# سبق پهريون

## قدرت وارا (حمد)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
| --- | --- | --- | --- |
| سڀ ڪن | هر هنڌ | موتين | هيرا |
| ساراهه | واکاڻ | هيرا لعل | قيمتي پٿر |
| قدرت | طاقت | واءُ | هوا |
| ڪوٺان ڪوٺ | اندر ئي اندر | پڙلاءِ | آواز |
| جوتِ | روشن | ڇم ڇم | ڇير جو آواز |
| نرمل | وڻندڙ |ناميارا | نالي وارا |
| سهسين | بي انداز | ٿاڌل | ٿڌڪار |
| انت | حد، آخر | واڄٽ | وڏو آواز |
| پارا | پڇاڙي | برس | وسي |
| سُرهاڻ | خوشبوءِ | عجب | حيرت |
| ڏرين | ڀرين | نُور | روشني |
| مهراڻ | درياهه | | |

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 هن حمد مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي ؟**

جواب . 1 هن حمد مان اسان کي هيٺيون شعر وڌيڪ پسند آهي،

**عَـجبُ ٻٽايئہ ٻِجليون، بـادلَ!**
**ٻُونڊُون بَرس بَرس ڪن ٿـاڌلَ،**
**واڄٽِ ڪن وَسڪارا،قـدرتَ وارا!**

**سوال.2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي ؟**

جواب. 2 اسانکي هي شعر انڪري وڌيڪ وڻي ٿو ڇاڪاڻ تہ ان ۾ شاعر چوي ٿو تہ اي طاقت وارا الله سائين تو حيران ڪندڙ ڪکر ۽ ڪنوڻ بنايا آهن ۽ مينهن وسڻ سان ٿڌڪار ٿي وڃي ٿي.

**سوال.3 هن حمد ۾ شاعر الله سائينءَ جون ڪهڙيون نعمتون بيان ڪيون آهن ؟**

جواب. 3 هن حمد ۾ شاعر الله سائينءَ جون هيٺيون نعمتون بيان ڪيون آهن،
سج ، چنڊ ، تارا ڪتيون ، نظارا ، گُل ، پکي ، بادل ، وسڪارا وغيره.

### 2. هيٺين لفظن جا هم آواز لکي ٻڌايو.

| لفظ | هم آواز |
| --- | --- |
| ڏرتيون | ڪَتِيُون |
| پڙلاءُ | واءُ |
| ڪولِي | ٻولِي |
| بادل | ٿاڌلَ |
| سُرهاڻ | مِهراڻُ |

## 3. نظم جا هيٺيان بند مڪمل ڪريو.

(الف) گُلن اندر سُرهاڻ **ڏَرين تو،** (ب) عَجب ٻٽايئہ **ٻَجليون بادلَ،**

موتين سان مِهراڻ **ڀَرين تو،** بُونڊُون بَرس **بَرس ڪَن ڌاڌلَ،**

**هِيرا لَعلَ هَزارا،** قدرت وارا. **واڄِٽَ ڪن وَسڪارا،** قدرت وارا.

## سبق ٻيو

## نَبِي اَڪرم ﷺ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| **ڄاوا** | پيدا ٿيا | **مهر** | نشان ، ٺپو |
| **رواج** | ريت،رسم | **حاسد** | ساڙ ڪرڻ وارا |
| **حوالي** | سپرد | **پيغام** | نياپو |
| **والده** | ماءُ | **تبليغ** | پرچار |
| **وفات** | لاڏاڻو | **هجرت** | لڏ پلاڻ |
| **سلڇڻا** | سٺي اخلاق وارا | **فتح** | ڪامياب |
| **فڪر** | سوچ | **شفقت** | مهرباني |
| **سانگي** | اوچتو | **صلاح** | مشورو |
| **زيارت** | مقدس جاءِ ڏسڻ | **گڏ** | ساڻ |
| **صادق** | سچار | **آخرڪار** | آخر ۾ ، نيٺ |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 نَبِي ڪريم ﷺ جَن کي ننڍپڻ ۾ پيارڻ لاءِ ڪنهن جي حوالي ڪيو ويو؟**

جواب .1 نَبِي ڪريم ﷺ جَن کي ننڍپڻ ۾ پيارڻ لاءِ بيبي حليمہ جي حوالي ڪيو ويو.

**سوال.2 نَبِي ڪريم ﷺ جَن کي نُبُوَت جو پيغام ڪنهن پهچايو؟**

جواب. 2 نَبِي ڪريم ﷺ جَن کي نُبُوَت جو پيغام جبرائيل امين پهچايو.

**سوال.3 نَبِي ڪريم ﷺ جَن ڪهڙي تبليغ ڪئي؟**

جواب. 3 پاڻ ڪريم ﷺ اها تبليغ ڪئي تہ الله کي هڪ ڪري مڃو ان سان ڪنهن کي بہ شريڪ نہ ڪيو ۽ بتن جي پوڄا نہ ڪيو.

**سوال.4 حضور اڪرم ﷺ جَن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت ڇو ڪئي؟**

جواب. 4 حضور اڪرم ﷺ جَن مڪي مان مديني ڏانهن هجرت انڪري ڪئي تہ مڪي جا ڪافر سندن جاني دشمن ٿي پيا ۽ ڪين سندن طرح طرح جون تڪليفون ڏيڻ لڳا.

**سوال.5 حضور اڪرم ﷺ جَن جي زندگي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب. 5 حضور اڪرم ﷺ جَن جي زندگي مان اسان کي سادي نموني زندگي گذارڻ جو سبق ملي ٿو.

## 2. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

**راوج – صلاح ـ حاسد ـ پيغام – تبليغ**

✓ عرب جي **رواج** مطابق پاڻ سڳورن کي ننڍپڻ ۾ پيارڻ لاءِ بيبي حليمہ جي حوالي ڪيو ويو

- ✓ هميشہ نيڪ ماڻهو جي **صلاح** وٺڻ گهرجي.
- ✓ متان شام جا **حاسد** يهودي هن معصوم کي ڪو نقصان نہ رسائين.
- ✓ پاڻ سڳورن ﷺ کي حضرت جبرائيل امين نُبُوَت جو **پيغام** پهچايو.
- ✓ پاڻ سڳورن ﷺ نُبُوَت جو اعلان ڪيو ۽ ماڻهن ۾ اسلام جي **تبليغ** ڪئي.

## 3. هيٺين لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد | لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|---|---|
| نقصان | فائدو | جنگ | امن | آخري | پهريون |
| دشمن | دوست | فتح | ناڪامي | چانو | اُس |

# ســبـــق ٽــيـــون

## حـــضـــرت بِـيـبِـي خَدِيـــجَۃُ الـڪــبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| **معزز** | عزت وارو | **آچ** | صلاح |
| **نياڻي** | ڌيءُ | **تعريف** | واکاڻ |
| **ورثي** | ڇڏيل ملڪيت | **اول** | پهرئين |
| **نهايت** | گهڻو ڪري | **عطا** | ڏنو |
| **رحمدل** | رحم وارا | **هميشہ** | سدائين |
| **اميرالمومنين** | مومنين جي ماءُ | **غلام** | نوڪر |
| **طاهره** | پاڪ | **ڄمار** | عُمر، حياتي |
| **عقلمند** | عقل واري | **ڪردار** | چال چلت |
| **لاچار** | مجبور | **ورهين** | سالن |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا جي سهڻي ڪردار سبب ماڻهوڪيس ڪهڙي لقب سان سڏيندا هئا؟**

جواب .1 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا جي سهڻي ڪردار سبب ڪيس طاهره جي لقب سان سڏيندا هئا.

**سوال.2 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا جي والد جو نالو ڇا هو؟**

جواب. 2 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا جي والد جو نالو خُويلد هو.

**سوال.3 عورتن ۾ سڀ کان اول نبي پاڪ تي ڪنهن ايمان آندو؟**

جواب. 3 عورتن ۾ سڀ کان اول نبي پاڪ تي بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا ايمان آندو.

**سوال.4 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا اسلام جي ڪهڙي خدمت ڪئي؟**

جواب. 4 بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا اسلام جي مالي خدمت ڪئي ۽ هر قدم تي پاڻ سڳورن ﷺ جو ساٿ ڏنائون.

**سوال.5 پاڻ سڳورن ﷺ بِيبِي صاحبہ بابت ڇا فرمايو آهي؟**

جواب. نبي ڪريم ﷺ فرمايو تہ بِيبِي خَدِيجَۃُ الڪبريٰ رَضِي اللّٰہ عَنهَا منهنجي بيبين ۾ سڀني کان بهتر هئي ڇو تہ جڏهن ماڻهو مونکي نبي ڪري نہ مڃيندا هئا تڏهن هن مون تي ايمان آندو.

## 2. جملا لکو:

- ✓ بِيبِي خَدِيجةُ الكبريٰ رَضِيِ اللہ عَنهَا مڪي شريف جي **مُعزز** واپاري جي اڪيلي نياڻي هئي.
- ✓ بِيبِي خَدِيجةُ الكبريٰ رَضِيِ اللہ عَنهَا ڏاڍي **عُقلمند** هئي.
- ✓ فراز **چمار** ۾ علي رضا کان وڏو آهي.
- ✓ اسد علي سٺي **ڪردار** جو مالڪ آهي.
- ✓ نوڪر مالڪ جي اڳيان **لاچار** هوندو آهي.

## 3. هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو.

| لفظ | جمع | لفظ | جمع |
|---|---|---|---|
| بِيبِي | بِيبِيون | شادي | شاديون |
| آڄَ | آڄون | ڳالِھ | ڳالِھيون |

## سبق چوٿون

## اسان جو نبي (نعت)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| **خدا** | اللہ سائين | **سارو** | سڄو |
| **پيارو** | وڻندڙ | **بڏاءِ** | برباد ٿيا |
| **نبي** | پيغمبر | **گناھ** | خراب ڪم |
| **سدا** | هيشہ | **تن** | انهن |
| **جيءُ** | حياتي ، زندگي | **ڪنڌي** | ڪنارو |
| **جيارو** | جيارينڌڙ | **اَجهو** | آسرو |
| **روشن** | ترقي | **شان** | عزت |
| **جهانُ** | دنيا، ڪائنات | **پويون** | آخري |
| **نُور** | روشني | **موچارو** | سٺُو |
| **آسرو** | ڀروسو، دلاسو | **اوٽ** | پاسو |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 هن نعت مان اوهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ پسند آهي ؟**

جواب. 1 **غريبن اَجهو، اوٽ ۽ آسرو،**
**وڏي شان وارو، اسان جو نُبي.**

**سوال.2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي ؟**

جواب. 2 انڪري جو ان ۾ شاعر چوي ٿو تہ اسان جو آخري نُبي حضرت محمدﷺ وڏي شان وارا ۽ غريبن جا هڏ ڏوڪي آهن.

**سوال.3 نبين ۾ آخري نبي ڪير آهي ؟**

جواب. 3 نبين ۾ حضرت محمدﷺ آخري نبي آهي.

**سوال4. شاعر غريبن جو اجهو ۽ آسرو ڪنهن لاءِ چيو آهي؟**

جواب. 4 نبي ڪريم حضرت محمدﷺ کي شاعر غريبن جو اُجهو ۽ آسرو چيو آهي.

**2. هڪ جهڙن آوازن وارا يعنيٰ هم قافيا لفظ ٺاهيو.**

| | |
|---|---|
| پيارو | جيارو |
| نيارو | پيارو |
| وارو | آسرو |
| سونهارو | موچارو |

**3. نعت جو سٽون پوريون ڪريو.**

خدا جو پيارو **اسان جو نبي،**
**سدا جيءُ جيارو** اسان جو نبي،
غريبن اُجهو، **آوت ۽ آسرو،**
وڏي شان وارو **اسان جو نبي.**

## سبق پنجون

## شَب قَدر

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| شَب قَدر | قدر واري رات | تلاش | ڳولاءِ |
| فجر | صبح سوير | عطا فرمائي | بخشي |
| بيشڪ | جيتوڻيڪ | ڪثرت | گهڻائي |
| مخلوق | الله تعاليٰ جي تخليق | ثواب | نيڪي، چڱو ڪم |
| اِرشاد | فرمان | فرشتا | الله جي مخلوق |
| برڪت واري | رحمت واري | ٻلي | سُڻي |
| سلامت | آباد | عبادت | بندگي |
| اُمت | عوام | توفيق | سَگهه |
| عبادت | بندگي | عطا | بخشش |
| انور | روشن | گناهه | ڏوهه |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال1. قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ ڪهڙيءَ رات ۾ نازل ڪيو؟**

جواب. 1 قرآن پاڪ کي الله تعاليٰ شب قدر جي رات ۾ نازل ڪيو.

**سوال2. قرآن پاڪ ۾ شَبِ قَدر لاءِ ڪهڙو ارشاد آهي؟**

جواب. 2 قدر جي رات هزار مهينن کان ڀلاري آهي،انهيءَ ۾ فرشتا ۽ روح (جبرائيل عليہ السلام)پنهنجي رب جي حڪم سان هلن ٿا، اها رات صبح ٿيڻ تائين سلامتيءَ واري هوندي آهي.

**سوال3. شَبِ قَدر کي رمضان شريف جي ڪهڙي ڏهاڪي ۾ ڳولڻ گهرجي؟**

جواب. 3 شَبِ قَدر کي رمضان شريف جي آخري ڏهاڪي جي اِڪِي راتين ۾ تلاش ڪرڻ گهرجي.

**سوال.4 عام طور مسلمان شَبِ قدر رمضان مهيني جي ڪهڙي تاريخ تي ملهائيندا آهن؟**

جواب.4 عام طور سڀ مسلمان رمضان جي 27 رات کي شَبِ قَدر طور ملهائيندا آهن.

# ســـبـــق ڇـــهـــون

## مـــخــــدوم نـــــوح رحہ

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| **ڀلاري** | نيڪ | **احترام** | ادب |
| **ٻانها** | غلام | **پرکڻ** | آزمائڻ |
| **مقام** | جاءِ | **واعظ** | نصيحت ڪندڙ |
| **لياقت** | قيادت | **مفسر** | معنيٰ بيان ڪندڙ |
| **نذرانو** | سوکڙي، پيٽا | **عظيم** | وڏو |
| **بيعت** | اطاعت | **عام فهم** | **سيئي سمجهي سگهي** |
| **اول** | پهريون | **شرستو** | نظام |
| **ورتاءُ** | چال چلت، سلوڪ | **ساڙ** | حسد |
| **عداوت** | دشمني | **صديق** | سچار |
| **رحلت** | لاڏاڻو، وفات | **تبليغ** | مذهبي پرچار |
| **خاندان** | ڪٽنب | **رنج** | ڏُک |
| **خوشنصيب** | ڀاڳن وارو | **حيران** | پريشان |
| **مرتبو** | درجو | **انصاف** | حق جو فيصلو |
| **صالح** | نيڪ | **فيض** | فائدو |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 مخدوم نوح رحہ کي صديقي ڇو ٿو سڏيو وڃي؟**

جواب .1 مخدوم نوح رحہ ابوبڪر صديق رضي الله تعاليٰ عنہ جي خاندان مان آهي تنهنڪري کين صديقي ڇيو وڃي ٿو.

**سوال.2 مخدوم نوح رحہ جي ڄمڻ جو هنڌ ڪهڙو آهي؟**

جواب. 2 مخدوم نوح رحہ جي ڄمڻ جو هنڌ هالا ڪندي آهي.جنهن کي هاڻي پراڻا هالا چون ٿا.

**سوال.3 مخدوم نوح رحہ جي جماعت کي سروري جماعت ڇا لاءِ سڏيو وڃي ٿو؟**

جواب. 3 پاڻ پنهنجي مريدن کي دوست سڏيندا هئا، سرور ڪائنات جي سنت تي هلي، ماڻهن کي فيض عام ڏنائون تنهڪري سندن جماعت کي سروري جماعت سڏيو وڃي ٿو.

**.2 هيٺيان خال ڀريو.**

- ❖ ايتري قدر جو سندن گادي اڄ بہ **نو لکي گودڙي** سڏجي ٿو.
- ❖ مخدوم صاحب نندي ڪندہ ۾ سڀ کان اول **قرآن مجيد** جو فارسي زبان ۾ ترجمو ڪيو.
- ❖ مخدوم نوح رحہ جي آخري آرامگاهہ **هالا نوان** ۾ آهي.

******هميشہ پنهنجي ماءُ ، پيءُ ۽ استاد جو چيو مڃو******

# سبق ستون

## زندگي جو مقصد

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| **غور** | سوچ | **عهدو** | رتبو |
| **مقصد** | مطلب | **الله واهي** | سنو |
| **زندگي** | حياتي | **انجنئير** | ماهر |
| **ڏاڍي** | گهڻي | **سائنسدان** | سائنس جو ماهر |
| **ڏاهي** | عقلمند | **وانگر** | جيان |
| **ارادو** | نيت | **نائب قاصد** | پٽيوالو |
| **کوٽ** | گهٽتائي | **ماڻي** | حاصل ڪري |
| **پيشو** | ڌنڌو | **سٺو** | ڀلو |
| **ترقي** | سڌارو، اوج | **حيثيت** | سگهه |

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 مارئي پنهنجي زندگي جو ڪهڙو مقصد ٻڌايو؟**

جواب . 1 مارئي ٻڌايو ته هو ڊاڪٽرياڻي بڻجي ملڪ جي ماڻهن جي علاج ڪري سندن خدمت ڪرڻ چاهي ٿي.

**سوال.2 عابد انجنيئر ڇو ٿيڻ چاهي ٿو؟**

جواب. 2 عابد انجنيئر ان ڪري ٿو ٿيڻ چاهي ته جئين هو پڪا رستا، عمارتون ۽ پليون ٺاهي ملڪ کي ترقي وٺرائي سگهي.

**سوال.3 قاسم ۾ سائنسدان بڻجي ڇا ڪرڻ ٿي چاهيو؟**

جواب. 3 قاسم، سائنسدان بڻجي نيون نيون شيون ٺاهڻ ۽ بجلي جي کوٽ پوري ڪرڻ لاءِ شمسي توانائي ۽ ڪوئلي مان گهٽ خرچ وارا بجلي گهر ٺاهڻ ٿو چاهي.

**سوال.4 زندگي جو مقصد ڪهڙيءَ ريت حاصل ڪري سگهجي ٿو؟**

جواب. 4 علم حاصل ڪري محنت ڪرڻ سان زندگي جو مقصد حاصل ڪري سگهجي ٿو.

### 2. ٻارو ! پنهنجي زندگيءَ جي مقصد بابت ڪجهه جملا لکي ڏيکاريو.

آئون وڏو ٿي هڪ استاد ٿيڻ چاهيان ٿو،ڇو ته ڪنهن به قوم جي ترقي جو دارو مدار تعليم تي هوندو آهي. آئون سٺي تعليم ڏئي ملڪ جي ترقي ۾ ڪردار ادا ڪرڻ چاهيان ٿو.

### 3. هيٺين لفظن جي معنيٰ لکو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو.

- **ترقي**: **واڌارو** ، ايندڙ سالن ۾ اسان جي ملڪ تمام وڏي **ترقي** ڪئي آهي.
- **مکيه**: **اهم** ، اسان جي ملڪ جو ڪپهه **مکيه** فصل آهي.
- **شمسي توانائي**: **سج جي توانائي** ، **شمسي توانائي** تي پکا ، بلب ، موٽرون به هلن پيون.
- **صحتمند**: **چڱو ڀلو، صحتمند** رهڻ لاءِ ضروري آهي ته ماڻهو صاف سٿرو رهي.
- **فرد**: **ماڻهو** ، هر **فرد** کي قانون جو احترام ڪرڻ گهرجي.

### 4. هيٺين لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| ڪلهہ | روئڻ | پڪا | ڪچا |
| سوير | دير | غريب | امير |

## سـبــــق اٺـــــون

## وطـــن جـــي حـُـب

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| حُب | پريت ، سک | غريب | مسڪين |
| ڏاري | رکي | ارمان | افسوس، ڏک |
| ڳڻتي | فکر، پريشاني | ترقي | واڌارو |
| عجب | حيرت | هنر | فن |
| خواهان | خواهشمند | سڌاري | واڌاري |
| احسان | نيڪي ، ڀلائي | لئہ | لاءِ |
| ننڊ | آرام | زراعت | پوکي |
| امڪان | گُمان، شڪ | روزگار | روزي |
| غفلت | لاپرواهي | همدردي | درد شريڪي |

### 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 هن بيت ۾ توهان کي ڪهڙو بند پسند آهي؟**

جواب. 1 اسان کي هي بند پسند آهي.

**ڪـيون اهـڙا هـــنر، جو نڪري پاڪستـــان جو نـــالو،**
**ائين جي ڪين ڪيوسين، مـــلڪ تي احسان ڪهڙو ٿيو.**

**سوال.2 توهان کي اهو بند ڇو ٺيڪ ٿو لڳي؟**

جواب. 2 اسان کي اهو بند ان ڪري وڻي ٿو ، جو شاعر اسان کي اهڙا هنر سکڻ ۽ پيدا ڪرڻ جي صلاح ڏئي ٿو ، جن سان ملڪ ۽ قوم جو نالو روشن ٿئي، جيڪڏهن ائين نہ ڪنداسين تہ اسان ملڪ جي احسانن جو بدلو بہ ڪونہ چُڪائي سگهنداسين.

**سوال.3 هن نظم ۾ شاعر ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي؟**

**جواب .3 هن نظم ۾ شاعر هيٺين ڳالهين جوذڪر ڪري ٿو.**

- ✓ دل ۾ وطن جي حب رکجي.
- ✓ ايمان سان گڏ عمل بہ ضروري آهي.
- ✓ غريبن لاءِ همدردي رکجي.
- ✓ تعليم جي ڳڻتي ڪجي.
- ✓ زراعت کي وڌائجي.

********** علم عمل سان آهي***********

### 2. وطن جي حُب بابت ڏهه جملا لکو.

وطن جي حب ايمان جو جزو آهي. هر انسان کي پنهنجي وطن سان پيار هئڻ گهرجي. هر انسان کي پنهنجي وطن جي ترقي لاءِ ڏينهن رات محنت ڪرڻ گهرجي. شاگردن کي گهرجي ته وطن کي ترقي وٺرائڻ لاءِ سخت محنت ڪري تعليم حاصل ڪن. وطن انسان لاءِ اجهو ۽ آسرو هوندو آهي. پنهنجي وطن ۾ هو عزت سان زندگي گذاريندو آهي. جيڪڏهن ترقي ڪندو ته ان ۾ وسندڙ ماڻهو به ترقي ڪندا. وطن جي حب جو جذبو نه هوندو ته ملڪ ترقي نه ڪري سگهندو. وطن تي ڏکيو وقت اچي ته سڀ وطن واسي گڏجي ان مصيبت کي منهن ڏين. وطن خاطر جان جي قرباني به ڏيڻي پوي ته نه ڪيٻائجي اسان کي پنهنجي وطن سان بي انتها پيار آهي.

### 3. خالي جاين ۾ "ايمان" لفظ جا هم آواز لفظ نظم مان چونڊي لکو.

ارمان : امڪان : خواهان________احسان : سامان : انسان

### 4. نظم جا هيٺيان بند مڪمل ڪريو.

- وطن جي حب جي دل ۾ نه تي ، **ايـــمان ڪـهڙو ٿيو؟**
- عمل ناهي جي انسان ۾ ، **انـــسان ڪـهــڙو ٿـــيو؟**
- **نه تي تعـــليم جي ڳــٽــتي** ، نه تي بيروزگاري گهٽ،
- ترقيءَ جو اسان ۾، پوءِ وري **امـــــڪان ڪهڙو ٿيو؟**

### 5. هيٺ ڏنل درست لفظن تي ☑ جو نشان لڳايو:

| | |
|---|---|
| ✓ حُب | هُب |
| اِنصان | ✓ اِنسان |
| اِمَقان | ✓ اِمڪان |
| ✓ زراعت | ذراعت |

## سـبـــق نائــون

## قـــومـــي جَهـــنـڊي جـــي اهـــمـــيـــت

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| **اسيمبلي** | گڏجاڻي | **سلامي** | سلام ڪرڻ |
| **ڏوري** | رسي | **شهادت** | شاهدي، ثابتي |
| **عظمت** | عزت | **عَلامت** | نشاني |
| **آگاٽي** | پراڻي | **جهڙو** | وانگر |
| **مختلف** | ڌار | **ملڪي** | ملڪ جي |
| **زماني** | وقت | **اڳواڻ** | ليڊر |
| **حفاظت** | سار سنڀال | **خوشحالي** | سکيو ستابو |
| **علامت** | نشاني | **آبادي** | وسندي واري جاءِ |
| **مختلف** | جدا | **اهميت** | قدر، ضرورت |
| **امن** | سلامتي | **ڦڙڪايو** | لهرايو |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 اسان جي ملڪ جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا ڪهڙا رنگ آهن ؟**

جواب .1 اسان جي قومي جهنڊي ۾ سائو ۽ اڇو رنگ آهن.

**سوال.2 قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ ڇا جي علامت آهي ؟**

جواب. 2 قومي جهنڊي ۾ سائو رنگ مسلمانن جي نمائندگي ڪري ٿو جيڪو خوشحالي جي نشاني آهي.

**سوال.3 قومي جهنڊي ۾ اڇي رنگ جو مقصد ڇا آهي ؟**

جواب. 3 قومي جهنڊي ۾ اڇو رنگ ملڪ ۾ رهندڙ ٻين مذهبن جي ماڻهن جي نمائندگي ڪري ٿو جيڪو امن جي نشاني آهي.

**سوال.4 اسان جي قومي جهنڊي ۾ ڪهڙا نشان آهن ؟**

جواب. 4 اسان جي قومي جهنڊي ۾ چنڊ ۽ تارو آهي.

## 2. جهنڊي جي اهميت تي ننڍڙو مضمون لکو:

جهنڊو ڪنهن ٻه ملڪ جي سڃاڻپ هوندو آهي. هر ملڪ جو پنهنجو پنهنجو جهنڊو هوندو آهي، هر ملڪ جي رهندڙ ماڻهن کي پنهنجي ملڪ جي جهنڊي جي عزت ڪرڻ کپي.اسان جي ملڪ جو جهنڊو اسان جي ملڪ جي عظمت جي نشاني آهي ،اسان جي ملڪ جو جهنڊو اڇي ۽ سائي رنگ تي مشتمل آهي، جهنڊي جو وڏيڪ حصو سائو آهي جيڪو ملڪ جي مسلمان اڪثريت کي ظاهر ڪري ٿو۽ اڇو حصو اقليتن جي نمائندگي ڪري ٿو.جهنڊو ان جا رنگ ۽ ان جون علامتون ملڪ جي ماڻهن، ملڪ ۽ اُتان جي رهڻي ڪهڻي ۽ نظام کي ظاهر ڪن ٿا.

## 3. هيٺين لفظن جا جمع لکو:

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| جهنڊو | جهنڊا | علامت | علامتون |
| آبادي | آباديون | نشاني | نشانيون |
| قطار | قطارون | پين | پينون |

## 4. هيٺين ڏنل جملن ۾ اسم عام وارن لفظن جي هيٺان ليڪ ڏيو:

الف هي پاڪستان جو قومي **جهنڊو** آهي.

ب هي منهنجي **پين** آهي.

ج علي ڏنو ڪراچيءَ مان **ڪتاب** خريد ڪندو.

د اسان جي **اسڪول** ۾ هڪ وڏو **باغ** آهي.

ه اسان هڪ **طوطو** پاليو آهي.

**اسم عام: اسم عام اهڙن شين جي نالن کي چئبو آهي جيڪي عام شيون هجن.**

**ڪمپوز بائي : ڀگوانداس لکاڻي** PST

**03450382314**

# سبق ڏهون

## شاهجان مسجد ٺٽو

| معنيٰ | لفظ | معنيٰ | لفظ |
|---|---|---|---|
| لائين | قطار | جلدي | سوير |
| ڪجهه | ٿورڙي | گاڏي هلائڻ وارو | ڊرائيور |
| اندروني | اندرئين | اهم | مکيه |
| نهي | جڙي | نهرائي | تعمير ڪرائي |
| تعمير | اڏاوت | تيار | راس |
| مٽي جي شين تي گل ٺاهڻ | ڪاشي | گل چٽ | چٽسالي |
| ڪاشي جو ڪم ڪندڙ | ڪاشيگرن | سهڻو | خوبصورت |
| ٽڪ | ٽڪار | قبن | گنبذن |
| اهم | ڪارائتي | آزان ڏيندڙ | موذن |
| گونج | پڙاڏو | سنو | بهترين |
| ٺاهيندڙ | جوڙيندڙ | گهمندڙ | سياح |
| ٻپهري | ظهر | بندوبست | انتظام |
| اڏاوت | تعمير | سهڻو | خوبصورت |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 استاد شاگردن کي مسجد بابت ڇا ٻڌايو؟**

جواب. 1 استاد شاگردن کي مسجد بابت ٻڌايو ته اها مسجد مغل بادشاهه شاهه جهان نهرائي هئي ، هن مسجد جي اڏاوت جو ڪم 1644ع ۾ شروع ٿيو ۽ 1647ع ۾ جڙي راس ٿي.

**سوال.2 مسجد جي اڏاوت لاءِ چٽسالي واريون سرون ڪٿي جي ڪاشيگرن ٺاهيون هيون؟**

جواب. 2 مسجد جي اڏاوت لاءِ چٽسالي واريون سرون ٺٽي جي ڪاشيگرن ٺاهيون هيون

**سوال.3 شاهجان مسجد ۾ ڪيترا گنبذ آهن؟**

جواب. 3 شاهجان مسجد ۾ 101 گنبذ آهن

**.2 پارو اوهان ٻي ڪا تاريخي جڳهه ڏٺي هجي ته ان جو احوال لکو:**

### موئن جو دڙو

موئن جو دڙو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ واقعي آهي.هن جو شمار دنيا جي قديم ترين شهرن ۾ ٿئي ٿو، موئن جي دڙي جي تاريخ پنج هزار سال پراڻي آهي.موئن جي دڙي جي گهرن جون ڀتيون پڪين سرن جو نهيل هيون، اتي پاڻي جا کوهه ۽ تلاءِ پڻ نهيل هئا،شهر جون گهٽيون پڻ سرن سان پڪيون ٿيل هيون، حيرت جي ڳالهه ته پنج هزار سال پراڻي هن شهر ۾ گندي پاڻي جي نيڪالي جي بهترين انتظام پڻ ٿيل هو.اُتي هڪ ميوزيم پڻ آهي.

**علم انسان جي ٽين اک آهي!**

COMPOSED BY BHAGWAN DAS LAKHANI PST (M.A.M.ED)03450382314

**3. هيٺين لفظن جا جمع لکو:**

| لفظ | جمع | لفظ | جمع |
|---|---|---|---|
| سِرَ | سرون | مسجد | مسجدو |
| بس | بسون | دروازو | دروازا |
| شَهَرُ | شهرَ | | |

**4. هيٺين جملن مان اسم عام ۽ اسم خاص چونڊي خانن ۾ لکو:**

- ❖ پاڻ هن وقت ٺٽي شهر ۾ شاهجان مسجد وٽ بيٺا آهيون.
- ❖ ٺٽي واري مسجد مغل بادشاهه شاهجهان تعمير ڪرائي هئي.
- ❖ ڪاشيءَ جون سرون هالن ۽ نصر پور ۾ ٺهنديون آهن.
- ❖ هتان ڪان ڪراچي اولهه طرف ۽ حيدرآباد اوڀر طرف آهي.

**اسم عام**: شهر..مسجد .. بادشاهه .. ڪاشي .. سرون .. طرف.

**اسم خاص :** ٺٽي .. شاهجهان مسجد .. مغل بادشاهه .. شاهجهان .. هالن .. نصرپور .. ڪراچي .. اولهه .. اوڀر .. حيدرآباد

# سبق يارهون

## شهيد راشد منهاس

| معنيٰ | لفظ | معنيٰ | لفظ |
|---|---|---|---|
| بخشش | نعمت | ڪئين | ڪيترين |
| حياتي | زندگي | ڏيڻ | عطا ڪرڻ |
| ملڪ | وطن | گهوري | قربان |
| دل ،قلب | من | جسم | تن |
| گذريل وقت | تاريخ | ملڪيت | ڌن |
| وڏن ڪمن | ڪارنامن | سورمن | بهادرن |
| بهادر | سورمو | جان گهوري | سر ڏئي |
| حاصل ڪئي | ماڻي | قربان ڪري | گهوري |
| ايوارڊ | تمغو | بهادري | سورهيائي |
| شوق | چاهه | ڪهاڻيون | قصا |
| تحفو | سوکڙي | نمونا | ماڊل |
| هوائي | فضائي | حاصل ڪري ورتي | پرائي ورتي |
| اڏاميو | اڏاڻو | سکيا | تربيت |
| مٿيون | بالا | نياپو | پيغام |
| جهيڙو | چڪتاڻ | نيت | ارادو |
| ڪريو | ڦهڪو | قلابازيون | بولاٽيون |
| عزت | مان | سٽ | سازش |
| طرف | رُخ | چڪ چڪان | چڪتاڻ |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 اها ڪهڙي نعمت آهي، جنهن تان زندگي به قربان ڪري ڇڏبي آهي ؟**

جواب .1 وطن اها نعمت آهي، جنهن تان زندگي به قربان ڪري ڇڏبي آهي.

**سوال.2 شهيد راشد منهاس کي ڪهڙو قومي تمغو ڏنو ويو ؟**

جواب. 2 شهيد راشد منهاس کي پاڪستان جوسڀ کان وڏو قومي تمغو ´´ نشان حيدر`` ڏنو ويو.

**سوال.3 شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ ڪهڙا ماڊل گڏ ڪندو هو ؟**

جواب. 3 شهيد راشد منهاس ننڍپڻ ۾ هوائي جهازن جا ماڊل گڏ ڪندو هو.

**سوال. 4 شهيد راشد منهاس وطن جي ڪهڙي غدار کي ناڪام بڻايو ؟**

جواب 4 شهيد راشد منهاس وطن جي غدار مطيع الرحمان کي ناڪام بڻايو

**سوال. 5 پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز ڪهڙو آهي ؟**

جواب. 5 پاڪستان جو وڏي ۾ وڏو فوجي اعزاز ´´ نشان حيدر`` آهي.

## 2. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

- **نعمت:** ماءُ ۽ پيءُ اسان جي لاءِ **نعمت** آهن.
- **قربان:** راشد منهاش پنهنجي وطن لاءِ جان **قربان** ڪري ڇڏي.
- **عطا** : الله سائين اسان لاءِ ڪيتريون ئي نعمتون **عطا** ڪيون آهن.
- **سورمو** : راشد منهاش شهيد اسان جي ملڪ جو **سورمو** آهي.
- **تمغو** : راشد منهاش کي پنهنجي بهادري لاءِ نشان حيدر **تمغو** سان نوازيو ويو.
- **سکيا** : اسڪول ۾ هر قسم جي **سکيا** ملندي آهي.

## 3. هيٺين جا مذڪر ۽ مونث ٺاهيو.

| مذڪر | مونث | مذڪر | مونث |
|---|---|---|---|
| درزي | درزياڻي | ڌوٻي | ڌوٻياڻي |
| ڊاڪٽر | ڊاڪٽرياڻي | هاري | هارياڻي |

# سبق ٻارهون

## بهار جي مُند (بيت)

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| **موٽي** | واپس اچي | **سڀاجهي** | ٻاجهاري |
| **پيرا** | ڦيرا گهمرا | **گُلستان** | باغ باغيچا |
| **وڙ** | مهرباني، چڱائي | **گسن** | رستن |
| **جشن** | خوشيون | **حيرت** | عجب، تعجب |
| **نگاهه** | نظر | **سرهائي** | خوشي راحت |
| **بسنت** | بهار جي مُند | **وڏائي** | ساراهه واکاڻ |
| **رُتِ** | موسم | **جان** | جيئن |
| **جهڳمڳ** | چمڪو، چلڪو | **جهجهي** | گهڻي |
| **جهمڪن** | خوش ٿين | **لات** | مِٺو آواز |
| **مِهر** | ٻاجهه | **جهنگن** | ٻيلن |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال 1. هن بيت جو ڪهڙو بند اوهانکي پسند آهي؟**

جواب. 1 هن بيت جو هيٺيون بند اسانکي پسند آهي.

**آئي رُت بسنت جي، تاريون سڀ ٽلن،**
**موتيو، چنبيلي مگرو، ڪڙيو سڀ ڪلن،**
**خيرو آهه خوشيءَ ۾ ٽانگر ٽا ٽمڪن،**
**جهولن ۽ جهمڪن، گلڙا گلستان ۾.**

**سوال. 2 اوهان کي اهو بند ڇو ٿو وڻي؟**

جواب 2 اهو بند اسانکي ان ڪري پسند آهي جو شاعر چوي ٿو ته بهار جي موسم ۾ وڻ ۽ ٻوٽا سڀ خوش آهن. ۽ اهي باغ ۾ خوشي ۾ جهومي ۽ نچي رهيا آهن.

**سوال. 3 شاعر بيت ۾ ڪهڙن گلن جو ذڪر ڪيو آهي؟**

جواب. 3 شاعر بيت ۾ هنن گلن جو ذڪر ڪيو آهي. گلاب، موتيو، چنبيلي ۽ مُگرو.

**.2 هن بيت ۾ شاعر ڪهڙي مُند جو ذڪر ڪيو آهي؟**

✓ بهار اونهارو سرءُ سيارو

**.3 هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ لکو:**

| لفظ | هم آواز لفظ |
|---|---|
| بهار | ڪنٽهار |
| گونجار | ستار |
| ٽلن | ڪلن |
| ٿهڪن | مهڪن |
| سرهائي | پلائي |

**.4 هيٺين جملن ۾ بيهڪ جون نشانيون لڳايو.**

**وڻن ٻوٽن پکين جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي**

✓ وڻن، ٻوٽن، پکين، جانورن ۽ انسانن لاءِ پاڻي تمام ضروري آهي.

**بهار جي مُند سيني مُندن کان پلي ۽ وڻندڙ آهي**

✓ بهار جي مُند سيني مُندن کان پلي ۽ وڻندڙ آهي.

**باغ مان گل ڇو پٽين ٿو**

✓ باغ مان گل ڇو پٽين ٿو.

5 **ياد رکو** ⇦ **مُند کي سنڌي ۾ موسم ۽ رُت به چئبو آهي.**
**بهار کي سنڌي ۾ بسنت به چئبو آهي.**

**.6 نظم جو هيٺيون بند مڪمل ڪريو؟**

پلي رت **بسنت** جي ،جنهن ۾ سرهائي،
پلو ڏٺي پاڻ آهه ، جو **ڪري** پلائي،
ڪريان تنهن **قادر** جي ، ڪيڏي وڏائي،
سائين سدائين ڪري **مهر** مڙن تي.

**وڌ کان وڌ وڻ پوکيو ۽ پنهنجي ماحول کي صاف سٿرو رکو!**

# سـبـق تـيـرهــون

# ڪـمـپـيوٽـر جـي آتــم ڪــهاڻــي

| معنيٰ | لفظ | معنيٰ | لفظ |
|---|---|---|---|
| رياضي جو ماهر | رياضيدان | ڳڻپ جي مشين | ڪمپيوٽر |
| هڪ سو سال | صدي | موجوده | هاڻوڪي |
| اهم | مکيه | پولار | خلا |
| ڏيڻ | آئوٽ پٽ | وٺڻ | اِن پُٽ |
| بدن | جسم | عمل ۾ آڻڻ | پراسِيس |
| پردو | اسڪرين | مطابق | موجب |
| ننڍڙا | مائڪرو | ڇاپيندڙ | پرنٽر |
| هلائيندڙ | آپريٽر | ذاتي | پرسنل |
| برقي خط | اِي ميل | نمونا | فونٽ |
| ترتيب ناهي رکڻ | سٽاءِ | ابتدا | شروعات |
| پهريون پيرو ناهڻ | ايجاد ڪرڻ | ڏڪشنري | لغت |
| بناوت | جوڙجڪ | سُڌريل | ترقي يافته |
| فائدو | لاڀ | تعجب | حيرت |
| ڄاڻ | معلومات | واجب، متعلق | لاڳو |
| فراهم ڪرڻ | مُهيا | مطابق | موجب |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 ڪمپيوٽر جي ايجاد ڪڏهن ۽ ڪنهن ڪئي؟**

جواب. 1 ڪمپيوٽر جي ايجاد 1642ع ۾ فرانس جي هڪ رياضيدان بِليز پاسڪل ڪئي.

**سوال. 2 ڪمپيوٽر ڪهڙن مکيه اُصولن وسيلي ڪم ڪري ٿو؟**

**جواب.** 2 ڪمپيوٽر ٻن مکيه اصولن اِن پُٽ ۽ آئوٽ پُٽ وسيلي ڪم ڪري ٿو.

**سوال. 3 ڪمپيوٽر جا مکيه ڪيترا قسم آهن؟**

**جواب.** 3 ڪمپيوٽر جا ٽي مکيه قسم آهن.(1) مين فريم (2) مِنِي فريم (3) مائيڪروڪمپيوٽر

**سوال. 4 سنڌي ٻولي جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر وسيلي ڪهڙيون ڪوششون ورتيون ويون آهن؟**

**جواب.** 4 سنڌي ٻولي جي ترقي لاءِ ڪمپيوٽر ۾ سنڌي اکرن جا ڪيترائي فونٽ داخل ڪيا ويا آهن جن وسيلي سنڌي ٻولي ۾ مواد جي ڪمپوزنگ ڪرڻ، اِي ميل ڪرڻ ۽ ويب سائيٽ ناهڻ جا ڪم ڪري سگهجن ٿا.

**2. هيٺين نون لفظن جي معنيٰ ٻڌايو ۽ جملن ۾ ڪم آڻيو:**

- **جوڙ جڪ** : **سٽاءِ**...... **جوڙ جڪ** جي حساب سان ڪمپيوٽر ٽن قسمن جا ٿين ٿا.
- **حيرت** : **اچرج** ....... ڪمپيوٽر جا ڪارناما ڏسي انسان ڪي **حيرت** وٺي وڃي ٿي.
- **معلومات** : **ڄاڻ** ...... ڪمپيوٽر اڄڪلهه **معلومات** حاصل ڪرڻ جو سڀ کان وڏو ذريعو آهي.

- ترقي يا فتہ : اُسريل...... پاڪستان ترقي يا فتہ ملڪن مان هڪ آهي.

**3. هيٺيان خال ڀريو:**

- ڪمپيوٽر ڪي ڳڻپ ڪندڙ مشين جي نالي سان بہ سڏيو ويندو آهي.
- ويهين صدي جي سڀ کان وڏي ايجاد **ڪمپيوٽر** آهي.
- ڪمپيوٽر جي ڪم ڪرڻ جا مکيہ اصول **اِن پٽ** ۽ **آئوٽ پٽ** آهن.
- منهنجا مکيہ **ٽي** قسم آهن.

**ياد رکو تہ** ☺

**آتم ڪهاڻي پنهنجي ڪهاڻي ڪي چئبو آهي.**

## سبق چوڏهون

## بيمارين کان بچاءُ جا اُپاءَ

| معنيٰ | لفظ | معنيٰ | لفظ |
|---|---|---|---|
| بچاءُ | **اُپاءَ** | سرڪار | **حڪومت** |
| بيماري | **پوليو** | ادارو | **کاتو** |
| آئيندو | **مستقبل** | نقصانڪار | **خطرناڪ** |
| مدد ڪندڙ | **امدادي** | سين | **ٽڪن** |
| جماعت ، گروهہ | **ٽيم** | بنا پئسن جي | **مفت** |
| ڪنٽرول | **ضابطو** | خبر | **اطلاع** |
| بخار جو قسم | **نمونيا** | ڦڦڙن جي بيماري | **ٽي. بي** |
| معلومات | **ڄاڻ** | طريقا، قائدو | **اُصول** |
| سبب | **ڪارڻ** | ڪنو | **گندو** |
| سني | **چڱي** | پراڻو | **پاروٽو** |
| پورو | **مڪمل** | رسم، ورتاءُ | **ريت** |
| ڏياري | **ڪرائي** | يقين | **خاطري** |
| اطلاع | **رپورٽ** | مناسب انتظام | **جوڳو بندوبست** |
| سبب | **ڪارڻ** | ڪم ڪندڙ ماڻهن جو مجموعو | **عملو** |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 ٻارن کي ڪهڙي بيماري کان بچڻ جا ڦڙا پياريا ويندا آهن ؟**

جواب. 1 ٻارن کي پوليو جي بيماري کان بچڻ جا ڦڙا پياريا ويندا آهن.

**سوال. 2 ٻارن کي ڪهڙين ڪهڙين بيمارين جا ٽُڪا لڳايا ويا ؟**

جواب. 2 ٻارن کي ٽي بي، وڏي کنگهہ ، ڳلي جي بيماري، اُرڙي، نمونيا، مدي جي بخار ۽ سائي جي بيمارين جا ٽُڪا لڳايا ويا.

**سوال. 3 مکين ۽ مڇرن کان ڪهڙي ريت بچاءُ ڪري سگهجي ٿو؟**

جواب. 3 گندي پاڻي کي گهرن ۽ گهٽين ۾ بيهڻ نہ ڏجي تہ مکين ۽ مڇرن کان بچاءُ ڪري سگهجي ٿو.

**سوال. 4 ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي صحت جا ڪهڙا اصول ٻڌايا؟**

جواب. 4 ڊاڪٽرن ڳوٺ جي ماڻهن کي صحت جا اصول ٻڌايا تہ کاڌو صاف سٿرو ۽ تازو کائڻ گهرجي. کاڌي کائڻ کان اڳ چڱي ريت هٿ ڌوئجن ۽ پنهنجي آس پاس بہ صفائي رکڻ گهرجي. ٻارن کي حفاظتي ٽڪن جو مڪمل ڪورس ڪرائڻ گهرجي.

**2. پنهنجي ڳوٺ جي صفائي جي باري ۾ اخبار لاءِ رپورٽ لکي ڏيکاريو:**

اسان جي ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي ۾ صفائي جو جوڳو انتظام ٺيڪ ڪونهي، خاص ڪري گهرن مان نڪرندڙ ڪني پاڻي جي نيڪال جو ڪو بہ انتظام ٺيڪ ڪونهي جنهن ڪري ڪنو پاڻي گهٽين ۾ بيٺل رهي ٿو، ان بيٺل ڪني پاڻي ۾ مڇر ۽ مکيون ٿين ٿيون جنهنڪري مختلف قسم جون بيماريون پڻ پکڙي رهيون آهن.

**3. هيٺين لفظن کي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو:**

- ✓ **ڪارڻ** : گند ڪچري **ڪارڻ** انيڪ بيماريون ٿينديون آهن.
- ✓ **اُپاءُ** : اسان جي پاڙي ۾ گندي پاڻي جي نيڪال جو ڪو بہ **اپاءُ** نہ آهي.
- ✓ **عَملو** : صحت کاتي جو **عَملو** ٻارن کي پوليو کان بچاءَ جا ڦڙا پياريندو آهي.
- ✓ **اصول** : هر ماڻهو کي **اصول** پرست رهڻ گهرجي.
- ✓ **پيدائش** : قائداعظم جي **پيدائش** ڪراچي ۾ ٿي.

**4. هيٺين لفظن جا جمع ٺاهيو:**

| واحد | جمع | واحد | جمع |
|---|---|---|---|
| ٽڪو | ٽڪا | بيماري | بيماريون |
| حڪومت | حڪومتون | کاڌو | کاڌا |

**ياد رکو تہ** ☺

**تندرستي هزار نعمت آهي.**

**هميشہ سچ ڳالهايو. صفائي جو خاص خيال رکو!**

# سبق پندرهون

## شيخ سعديءَ جون ڏاهپ ڀريون ڳالهيون

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| زماني | دور | رهاڪو | رهندڙ |
| نصيحتون | هدايتون | ڪهاڻيون | آکاڻيون |
| بيحد | گهڻو | دوران | وچ ۾ |
| ڏهاڙي | ڏينهن | پسند آيو | وڻيو |
| عطا | بخشش | ڪنجوس | بخيل |
| ملڪيت | دولت | راهه | رستو |
| پراون | ڌارين | فضول | اجايو |
| ڪفايت | بچت | خدمت گار | خدمت ڪرڻ وارو |
| رکي سکي | سادي | والي | وارث |
| سمورو | سڄو | خزانو | ملڪيت |
| تڪبر | هٺ، وڏائي | محروم | نااميد ، وانجهيل |
| صَدا | سوال، گُونج | ڪشتو | فقيرن جي پنڻ جو ٿانو |
| ٺڪارڻ | لوڏڻ | وانگر | جيان |
| تخلص | لقب | دانائن | عقلمندن |
| ٽرڻ | نيڪالي ڏيڻ | شاهوڪار | امير |
| قول | ڳالهه، چوٽي | وارث | مالڪ |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال1. امير شخص يتيم ٻار جي ڪهڙيءَ ريت مدد ڪئي؟**

جواب 1 امير شخص يتيم ٻار جي پير مان ڪنڊو ڪڍي سندس مدد ڪئي.

**سوال 2. امير شخص کي يتيم ٻار جي پير مان ڪنڊي ڪڍڻ جو ڪهڙو بدلو مليو؟**

جواب 2 امير شخص کي يتيم ٻار جي پير مان ڪنڊو ڪڍڻ جو اهو بدلو مليو جو خدا کيس جنت عطا ڪئي ۽ هو جنت جي باغن ۾ پئي گهميو.

**سوال3. جنهن شخص جي هٿ ۾ ڪشتو هوءِ اُهو پهريان ڇا هو؟**

جواب 3 جنهن شخص جي هٿ ۾ ڪشتو هو، اُهو پهريان وڏو دولتمند هو.

**سوال4. فقير پنهنجي دوست کي ڇا چيو؟**

جواب 4 فقير پنهنجي دوست کي چيو ته مون کي مبارڪون نه ڏي، پر افسوس ڪر، ان لاءِ جو جڏهن، هن کان اڳ تو مون کي ڏٺو هو ته مون کي فقط ماني جو فڪر هوندو هو پر هاڻي جڏهن مون کي بادشاهه جي صورت ۾ ڏٺو اٿئي ته مون کي پنهنجي پوري ملڪ جو فڪر آهي.

**پينگهي کان قبر تائين علم حاصل ڪريو....**

**.2 هيٺين لفظن جي معنيٰ لکوءِ جملن ۾ ڪم آڻيو.**

- **تخلص** :**لقب**..... قائداعظم، محمّد علي جناح جو **تخلص** آهي.
- **وارث** :**مالڪ ڌڻي** ......اسلم سرسبز زمين جو **وارث** آهي.
- **ڪفايت** :**بچت** .....**ڪفايت** تمام ضروري آهي.
- **قول** : **چوڻي**....... **قول** تي پورو لهندڙ شرمسار نٿو ٿئي.

**.3 هيٺ ڏنل لفظ الف-ب- جي ترتيب سان لکو.**

بادشاهه-فقير-اتفاق-غربت-مدد-خادم-تڪبر.

جواب **اتفاق-بادشاهه-تڪبر-خادم-غربت-فقير-مدد**

**.4 جيڪي لفظ اسم جو ڳڻ، اوڳڻ، قسم، قد ۽ مقدار ڏيکارين تن کي صفت چئبو آهي. ليڪ ڏنل لفظ ڳڻ، اوڳڻ، قسم، قد ۽ مقدار ظاهر ڪن ٿا.**

- انب **مٺو** آهي.
- مائي جو ذرو نه ڏي.
- اٺ **ڊگهو** جانور آهي.
- مرچ **ڪَڙو** آهي.
- هي **ٿَري** ڍڳو آهي.
- نم **وڏو** وڻ آهي.

## ســـبـــق ســـورهـــون

## تنــــدرســـتـــي (بيت)

| لفــظ | معنـــيٰ | لفــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| تندرستي | صحت | نعمت | بخشش |
| عجيب | عجب جهڙي | تَن | بدن |
| ڪاڻ | لاءِ | مال | ملڪيت |
| اڻ ميا | بي انداز | وَٽس | ان وٽ |
| رلن | اجايا پيل هجن | هيرا | قيمتي پٿر |
| موتي | قيمتي پٿر | سگهو | خوش، مضبوط |
| سارو | سڄو | ڌَن | دولت |
| سچي | حقيقي | جيءَ | جان |
| اَملهه | قيمتي | ڳڻتي | فڪر، اونو |
| جڳائڻ | مناسب هجڻ | ڦَنائي | خراب ڪري |
| گندين | ڪنين | نِتُ | هر وقت، سدائين |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 هن بيت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻي ٿو ؟**

جواب.1 هن بيت مان اسان کي هيٺيون بند وڌيڪ وڻي ٿو.

**گندين عادتن کان پاسو نت ڪـجي،**
**صفائي تي هر طرح سـدا ڌيان ڏجي.**

**سوال.2 جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو ڇو ٿو وڻي ؟**

جواب.2 جيڪو بند اسان کي وڌيڪ وڻي ٿو، اهو انڪري ٿو وڻي جو ان ۾ اسان کي برين عادتن کان پاسو ڪرڻ ۽ سدائين صفائي ڌانهن ڌيان ڏيڻ جي صلاح ڏني وئي آهي.

**.2 هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.**

- **تندرستي** : **تندرستي** لاءِ صفائي ضروري آهي.
- **ڪاڻ** : غريبن **ڪاڻ** دل ۾ همدردي رکجي.
- **تَن** : کير پيئڻ سان **تن** چست ٿئي ٿو.
- **ڏَن** : صبر انسان جو وڏو **ڏن** آهي.
- **وٽس** : بادشاهه **وٽس** قيمتي زيورءِ هيرا هئا.

**.3 هيٺ ڏنل سٽون مڪمل ڪريو.**

- گندين عادتن کان، **پاسو نت ڪجي،**
- **صفائي تي هر طرح،** سدا ڌيان ڏجي.

**.4 هيٺ ڏنل لفظن سان جملا مڪمل ڪريو.**

- **آءُ** شهر وڃان ٿو.
- **اسين** ڪتاب پڙهون ٿا.
- **مون** نوان ڪپڙا ورتا.
- **اسان** صوف کاڌو.

## ســبـــق ســتـرهـــون

## قـــومـــي جــذبـــو

| لفــظ | معنـــيٰ | لفــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| جذبو | ولولو | سانگو | اتفاق |
| نهارڻ | تکڻ، ڏسڻ | محاذ | سامهون |
| اطلاع | خبر، چتاءَ | مانَ | عزت |
| حب الوطني | وطن سان محبت | بَري فوج | زميني فوج |
| ڇڙوِڇڙ | ٽڙيل، پکڙيل | بحري فوج | سامونڊي فوج |
| چُستي | چالاکي | مجاهد | جهاد ڪرڻ وارو |
| همت | طاقت | انداز | مقدار |
| فولادي | طاقت | مٿانهون | اوچو |
| رڪ | فولاد | جانباز | جان ڏيڻ وارو |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

### سوال.1 1965ع واري جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي ڪنهن حملو ڪيو؟

جواب .1 1965ع واري جنگ ۾ اسان جي ملڪ تي پاڙيسري ملڪ ڀارت حملو ڪيو.

### سوال.2 پاڪستان جي فوج 1965ع واري جنگ ۾ ڪهڙي بهادري ڏيکاري؟

جواب .2 پاڪستان جي فوج 1965ع واري جنگ ۾ وڏي بهادري ڏيکاريندي پنهنجون ٽئنڪون تيزي سان هلائي، ڀارت جي ٽئنڪن سان ٽڪرائي، ان کي چڙوچڙ ڪري ڇڏيو. بري فوج به چستي ۽ ڦڙتي سان بمباري ڪري دشمن کي پوئتي هٽڻ لاءِ مجبور ڪري ڇڏيو.

### سوال .3 پاڪستان جي عوام ان وقت حڪومت جي ڪهڙي مدد ڪئي؟

جواب.3 پاڪستان جي عوام ان وقت حڪومت جي دل کولي مالي مدد ڪئي. شاهوڪارن توڙي غريبن پنهنجي پهچ آهر رقم قومي حفاظتي فنڊ ۾ جمع ڪرائي. اسڪولي ٻارن به ڪجهه نه ڪجهه چندي ۾ ڏنو. ڪيترائي ماڻهو مجاهد بڻجي محاذن تي جنگ لڙڻ لاءِ ويا.

### سوال.4 پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي ڪهڙي بندر تي حملو ڪيو؟

جواب.4 پاڪستان جي بحري فوج، ڀارت جي دوارڪا بندر تي حملو ڪيو.

### سوال.5 بچت ڪرڻ ڇو ضروري آهي؟

جواب.5 بچت ڪرڻ انڪري ضروري آهي جو ڏکئي وقت ۾ ڪنهن جو محتاج نه ٿيڻو پوي ڇاڪاڻ ته ڏکيو وقت پڇي ڪونه ايندو آهي.

## 2. هيٺين لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| گهٽو | تورو | آزاد | غلام |
| غريب | امير | جنگ | امن |
| دشمن | دوست | ڪامياب | ناڪام |

## 3. هيٺين لفظن کي جملن ۾ ڪم آڻيو.

- **حب الوطني**: **حب الوطني** جو جذبو هر انسان ۾ هجڻ کپي.
- **اطلاع** : هُن چوري جو پوليس کي **اطلاع** ڏنو.
- **همت** : هر مشڪل کي **همت** سان منهن ڏجي.
- **فولادي**: بندوق ۾ **فولادي** گوليون استعمال ٿين ٿيون.
- **محاذ** : فوجي ملڪ لاءِ جنگ جي **محاذ** تي جان قربان ڪري ڇڏيندا آهن.

## 4. هيٺ ڏنل جملا درست ڪري لکو.

مون ڪتاب ڦاڙي آهي.

- (**درست جملو**) مون ڪتاب ڦاڙيو آهي.

ڇوڪري ڊوڙي ٿو.

- (**درست جملو**) ڇوڪرو ڊوڙي ٿو.

گلاس پيجي پئي.

- (**درست جملو**) گلاس پيجي پيو.

### .4 هيٺ ڏنل لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.

**جا ـ جو ـ جي**

- اسان **جا** گهر سهڻا آهن.
- اڪبر **جو** ڪتاب ڪٽي ڏي.
- اوهان **جي** گهر ۾ ڪمپيوٽر آهي.
- اِهي اسان **جا** ڪتاب آهن.

## سـبـق ارڙهـون

## وڏي ٻـوڏ

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| **ٻوڏ** | پاڻي جو اُٿل | **اختيار** | مرضي |
| **ٽُٽي** | ڀڄي | **بند** | پائيءَ جو ٻنو |
| **صورت** | شڪل | **تعمير** | اڏاوت |
| **ماڳن** | هندن | **دٻاءُ** | زور |
| **امدادي** | مدد ڪندڙ | **رضاڪار** | بنا اجوري خدمت ڪندڙ |
| **بحري** | سامونڊي | **سرندي وارو** | وسيلي وارو |
| **جوان** | فوجي | **فلاحي** | ڀلائي وارو |
| **ڀلائي** | چڱائي | **ڪارڪن** | ڪم ڪندڙ |
| **نيائيندي** | ادا ڪندي | **متاثر** | اثر |
| **اجهن** | گهرن | **محفوظ** | سنڀاليل، سلامت |
| **ڏسندي ڏسندي** | ٿوري عرصي ۾ | **تباهي** | بربادي |
| **سماجي** | معاشرتي | **ٻوڏ ستايل** | ٻوڏ متاثر |
| **بري** | پيادل | **ڪوشش** | تحرڪ |

### .1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ ڪڏهن آئي ؟**

جواب .1 سنڌ ۾ وڏي ٻوڏ 2010ع ۾ آئي.

**سوال.2 اها ٻوڏ ڪهڙو بند ٽٽڻ سبب آئي ؟**

جواب .2 اها ٻوڏ ٽوڙيءَ وارو بند ٽٽڻ سبب آئي.

**سوال.3 ٽوڙيءَ وارو بند ڪٿي آهي ؟**

جواب . 3 ٽوڙيءَ وارو بند سنڌو درياهه تي گڊو ٻئراج وٽ تعمير ٿيل آهي.

**سوال.4 ٻوڏ دوران ڪهڙن ڪهڙن ادارن فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو؟**

جواب . 4 ٻوڏ دوران نئشنل ڊزاسٽر مئنيجمينٽ اٿارٽي، بري، بحري ۽ هوائي فوج، سنڌ گرئجوئيٽس ائسوسيئيشن، هلال احمر ۽ ٻين سماجي ڀلائي جي ادارن فلاحي ڪمن ۾ حصو ورتو

## سوال.5 ٻوڏ ستايل ماڻهن جي ڪهڙي ريت مدد ڪئي وئي ؟

جواب . 5 ٻوڏ ستايل ماڻهن جي سنڌ جي ماڻهن هر طرح جي مدد ڪئي، انهن کي کاڌخوراڪ ۽ مالي مدد پڻ ڏني وئي. ڪين گهر ٻه اڏي ڏنا ويا.

## .2 سنڌ ۾ آيل وڏي ٻوڏ دوران مختلف ادارن جي ڪيل خدمتن جو مختصر احوال لکو.

سنڌ ۾ آيل وڏي ٻوڏ ۾ ڪيترن ئي ادارن ۽ تنظيمن متاثرن جي مدد ڪرڻ ۾ حصو ورتو. هلال احمر، سگا، ايڌي فائونڊيشن، فوج، پوليس، روينيو توڙي زراعت کاتي وسان ڪو نه گهٽايو. صحت کاتي پڻ ٻوڏ ستيل علائقن ۾ پنهنجي ڊاڪٽرن جو ٽيمون ۽ دوائون پهچائڻ جو بندوبست ڪيو هو. انهن ادارن پنهنجي پنهنجي ڪارڪنن جون ٽيمون جوڙي ٻوڏ متاثرن تائين کاڌ خوراڪ جي سامان پهچائڻ لاءِ ڏينهن رات ڪم ڪيو. فوج ۽ پوليس جو جوانن ٻوڏ هيٺ آيل علائقن مان ماڻهن کي حفاظت سان ڪڍي محفوظ ماڳن تائين پهچايو.

## .3 هيٺين لفظن کي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.

**بَندُ - مُتاثر - رضاڪار - فلاحي - ڪارڪن**

- **بند** سيلاب کان بچاءُ ڪن ٿا.
- مونکي تنهنجي تقرير ڏاڍو **متاثر** ڪيو.
- **رضاڪار** بنا اجوري خدمت ڪندا آهن.
- مان ٻه **فلاحي** ڪمن ۾ حصو وٺندس.
- آصف علي هڪ سياسي **ڪارڪن** آهي.

## .4 هيٺين لفظن جا ضد لکو.

| لفظ | ضد | لفظ | ضد |
|---|---|---|---|
| حياتي | موت | خانگي | سرڪاري |
| جديد | قديم | گڏ | الڳ |

## .5 هاڪاري جملن کي ناڪاري جملن ۾ استعمال ڪريو.

| هاڪاري | ناڪاري |
|---|---|
| هي منهنجو دوست آهي.(هاڪاري) | هي منهنجو دوست نه آهي. (ناڪاري) |
| اسين راڻي باغ گهمڻ ويون ٿا.(هاڪاري) | اسين راڻي باغ گهمڻ نٿا وڃون. (ناڪاري) |
| هوءَ بئنڪ ڏانهن ويئي. (هاڪاري) | هوءَ بئنڪ ڏانهن نه ويئي. (ناڪاري) |

**ياد رکو ته**

**ٻوڏن، برساتن، طوفانن ۽ زلزلن ۾ متاثرن ماڻهن جي مدد ڪرڻ اسان سڀني جو اخلاقي فرض آهي.**

# ســــبـــق اوٺــــيـهـــون

## مُـــنـــدائـــتـــا مـِـيــنـهــنَ (بيت)

| لفــظ | معنـــيٰ | لفــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| سارنگ | مينهن، آگم | سار | سنڀال |
| لڳ | واسطي | ارزان | گهڻو |
| وسائج | آباد ڪج | سک | آرام |
| لالڻ | پيارو | رت | موسم |
| رسڻ | ڪاوڙجڻ | سنگهار | پاڳيو ، مال وارو |
| وٿاڻين | ماڳ تي | پلر | مينهن |
| وطن | ديس | تاساريون | اجايل |
| پوُڄ | گهڻو، بي انداز | ڏايون | ڏاول |
| لُک | گرم هوا | مُندائتا | موسم وارا |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 هن بيت مان توهان کي ڪهڙو بند وڌيڪ وڻيو ؟**

جواب .1 هن بيت مان اسان کي هيٺيون بند وڌيڪ وڻيو.

**سارنگ سار لهيج ، الله لڳ اُجين جي،**
**پــاٽـي پــوڄ پٽن تي، ارزان ان ڪريج،**
**وطـن وسـائـيج تہ سـنـگـهـارن سک ٿئي.**

**سوال.2 جيڪو بند توهان کي وڌيڪ وڻيو، اهو ڇو وڻيو ؟**

جواب .2 جيڪو بند اسان کي وڌيڪ وڻيو، اهو انڪري وڻيو جو ان ۾ شاهه صاحب مينهن وسڻ جي دعا گهري ٿو تہ جيئن ماروئڙن کي پيئڻ ۽ فصل لاءِ پاڻي ميسر ٿي سگهي ۽ اهي سک حاصل ڪن.

**سوال.3 هن بيت ۾ شاعر ڪهڙين ڳالهين جو ذڪر ڪيو آهي ؟**

جواب .3 هن بيت ۾ شاعر منداُئتي مينهن ۽ ان جي وسڻ سان ماروئڙن ۽ انهن جي مال کي ٿيندڙ سک جو ذڪر ڪيو آهي

**سوال .4 هن بيت ۾ شاهه عبداللطيف ڀٽائيءَ ؒ جن قدرتي نظارن جو ذڪر ڪيو آهي، انهن کي پنهنجن لفظن ۾ لکي ڏيکاريو؟**

جواب .4 شاهه عبداللطيف ڀٽائي هنن بيتن ۾ قدرتي نظارن جو ذڪر ڪندي چوي ٿو تہ هر طرف آسمان تہ ڪارا ڪڪر ڇانيل آهن ۽ زبردست برسات پئي ۽ برسات جي زور جي ڪري تاريون پيون ٿهڪن مال وٿاڻن ڏانهن پيو وڃي.

**.2 هيٺين لفظن جا هم آواز لکو.**

لهيج ............ **ڪريج**

ٽاريون ............ **ڀٽاريون**

پار ............ **سار**

**.3 هيٺ ڏنل نون لفظن مان ڪي به پنج جملا لکو.**

• واھ واھ | • افسوس | • بلي بلي | • شاباس | • او

- واھ واھ ! تو تہ نوان ڪپڙا پاتا آهن.
- افسوس ! سرور فيل ٿي ويو.
- بلي بلي ! واھ جو بنگلو آهي.
- شاباس ! اشد سٺي محنت ڪئي آهي.
- او ! اهو ڇا ٿيو، سرور جي مٿي ۾ سور ٿي پيو آهي.

## سبق ويهون

## ماحول جي صفائي

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| رَسندو | پهچندو | سُونهن | خوبصورت |
| بابت | متعلق | تبديلي | بدلجڻ |
| برقرار | هڪيو | نقصان | ڇهيو |
| سلامتي | بقا | واهپو | استعمال |
| وڌڻ | گهٽو ٿيڻ | خطرناڪ | نقصانڪار |
| گدلاڻ | گندگي | وڍڻ | ڪٽڻ |
| زهريلو | زهر وارو | ريت | طرح |
| وڻڪاري | وڻن جي ڇانوَ | سبب | ڪارڻ |
| بهتر | سٺو | ماحول | اردگرد،آسپاس |
| مقدار | انداز | خوبصورت | وڻندڙ |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 ماحول جي سونهن ڇا سان آهي ؟**

جواب .1 ماحول جي سونهن ساهوارن ۽ صفائي سان آهي.

**سوال.2 ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ ڇا ڪرڻ گهرجي ؟**

جواب. 2 ماحول کي صاف سٿرو رکڻ لاءِ وڌ کان وڌ وڻ ۽ ٻوٽا پوکيا وڃن ۽ ٻارڻ جو استعمال ضرورت آهر ڪرڻ گهرجي.

**سوال.3 وڻ ٻوٽا انسان جي زندگي لاءِ ڏينهن جو ڪهڙي مفيد گئس خارج ڪن ٿا ؟**

جواب. 3 وڻ ٻوٽا انسان جي زندگي لاءِ ڏينهن جو آڪسيجن نالي مفيد گئس خارج ڪن ٿا.

**سوال.4 وڻ ٻوٽا ڇو پوکڻ گهرجن ؟**

جواب. 4 وڻ ٻوٽا ان لاءِ پوکڻ گهرجن ڇو تہ اهي ماحول ۾ ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ جي مقدارتي ضابطو رکن ٿا ۽ ماحول کي تمام گهٽو گرم ٿيڻ سان روڪين ٿا. وڻ ٻوٽا جاندارن کي ساھ کڻڻ لاءِ آڪسيجن گئس بہ مهيا ڪن ٿا.

## 2. ماحول جي بهتري لاءِ پاڻ ۾ گفتگو ڪريو.

ماحول جي بهتري لاءِ وڌ کان وڌ  ٻوٽا لڳائڻ گهرجن، اسان مان هرهڪ ماڻهو جيڪڏهن پنهنجي گهر جي سامهون هڪ ٻوٽولڳائي ۽ پنهنجي اڱڻ ۾ هڪ هڪ ڪونڊي رکي ان ۾ ٻه ڪو ٻوٽو لڳائي انهن جي حفاظت  ڪري ۽ ڪين وقت سر پاڻي ڏئي ته اهڙي طرح لکين ٻوٽا ڦٽي پون ۽ ائين ڪرڻ سان ماحول ته هڪ خوشگوار اثر آڻي سگهجي ٿو.

## 3. هيٺ ڏنل نون لفظن ڪي پنهنجن جملن ۾ ڪم آڻيو.

- ✓ **ماحول** : وڻ ٻوٽا **ماحول** ڪي صاف رکندا آهن.
- ✓ **سونهن** : دنيا جي **سونهن** ٻوٽن سان آهي.
- ✓ **مقدار** : ٻارڻ جي استعمال سان ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ گئس وڌي **مقدار** ۾ خارج ٿئي ٿي.
- ✓ **وڻڪاري** : حڪومت **وڻڪاري** جي مهم جاري ڪئي آهي.
- ✓ **خوبصورت** : پاڪستان ۾ **خوبصورت** ماڙيون آهن.

## 4. مناسب لفظ چونڊي لکو.

پاڻي – آبادي – ماحول – وڻ – گئس

صاف **پاڻي**. شهري **آبادي**. زهريلو **ماحول**. ڪاربان ڊاءِ آڪسائيڊ **گئس**. **وڻ** پوکڻ.

## 5. هيٺ ڏنل خال ڀريو.

1. ڌرتيءَ جي سُونهن**ساهه وارن** سان ئي آهي.
2. ماحول ۾ گدلاڻ جو سبب **ڪاربان ڊاءَ آڪسائيڊ** گئس آهي.
3. ساهه کڻڻ ۾ **آڪسيجن** گئس مدد ڪري ٿي.
4. وڻ ۽ ٻوٽا **آڪسيجن** گئس خارج ڪن ٿا.
5. شڪور ۽ منشور پنهنجي ڳوٺ ۾ دوستن سان گڏجي **وڻ ۽ ٻوٽا** پوکيا.

**هميشه پنهنجي ٻاڙي وارن جو خاص خيال رکو!**

# سبق ايڪيهون

## قصو بادشاھ ۽ وزير جو

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اڳوٽو | اڳ جو، اڳاٽو | بادشاھ | حڪمران |
| ٻاجهارو | رحم وارو | وزير | بادشاھ جو نائب |
| خُود | پنهنجو پاڻ | عبادت | بندگي |
| ڏاھو | سياڻو | روانو ٿيو | هليو ويو |
| گفتگو | ڳالھ ٻولھ | ڪانئس | هن کان |
| لاجواب ڪرڻ | بس ڪرائڻ | گفتگو | ڳالھ ٻولھ |
| مشغول | مصروف | طعام | عمدو کاڌو |
| نگهباني | سرواٽي | خوف | ڊپ |
| وراڻيو | جواب ڏنو | پهرو | چوڪي |
| حاضري | پيشي | قصو | ڪهاڻي |
| خود | پاڻ | سبب | ڪارڻ |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 هن ڪهاڻي ۾ ڪنهن جو قصو بيان ڪيو ويو آهي؟**

جواب .1 هن ڪهاڻي ۾ هڪ بادشاھ ۽ ان جي وزير جو قصو بيان ڪيو ويو آهي.

**سوال.2 وزير بادشاھ کي ڇو ڇڏي ويو؟**

جواب. 2 وزير رب پاڪ جي عبادت ڪرڻ خاطر بادشاھ کي ڇڏي ويو.

**سوال. 3 بادشاھ نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت ڇا پڇيو؟**

جواب . 3 بادشاھ نئين وزير کان اڳوڻي وزير بابت پڇيو تہ : ’’اسان جي اڳوڻي وزير جو ڪهڙو حال آهي؟‘‘

**سوال.4 نئين وزير بادشاھ کي ڪهڙو جواب ڏنو؟**

جواب .4 نئين وزير بادشاھ کي جواب ڏنو تہ :’’ بادشاھ سلامت ! هو جهنگ ۾ رهي ٿو ۽ الله پاڪ جي عبادت ۾ ايترو تہ مشغول آهي جو ڪنهن وٽ اچي وڃي ئي ڪونہ.‘‘

**سوال. 5 بادشاھ ۽ اڳوڻي وزير جي ملاقات جو احوال ٻڌايو؟**

جواب .5 بادشاھ جڏهن اڳوڻي وزير کان پڇيو تہ هو ڪيس ڇو ڇڏي ويو تہ هن ٻڌايو تہ هو جڏهن بادشاھ وٽ هو تہ ڪيس هر وقت بادشاھ جي خدمت ڪرڻي پوندي هئي ۽ ناراضگيءَ جو ڊپ هوندو هو پر هاڻي سندس بادشاھ الله پاڪ آهي جنهن وٽ ڪيس ڪنهن بہ قسم جو خوف ڪونهي.

**سوال.6 هن ڪهاڻي مان اسان کي ڪهڙو سبق ملي ٿو؟**

جواب. 6 هن ڪهاڻي مان اسان کي سبق ملي ٿو تہ اسان صرف ۽ صرف الله تعاليٰ کان ڊڄون، الله تعاليٰ جو خوف اسان کي ٻين دنياوي خوفن کان آزاد ڪري ڇڏيندو.

********صفائي نصف ايمان آهي********

**.2 هيٺين لفظن کي پنهنجي جملن ۾ ڪم آڻيو.**

- **ڏاهو** : تيمور هڪ **ڏاهو** ڇوڪرو آهي.
- **وراڻيو** : شڪور **وراڻيو** مان ضرور ايندس.
- **مشغول** : منشور ۽ شڪور پڙهائي ۾ **مشغول** آهن.
- **نگهباني** : خدا ٻانهن جي **نگهباني** ڪندو آهي.
- **گفتگو** : آصف، تيمور ۽ علي رضا پنهنجن دوستن سان **گفتگو** ڪئي.

**.3 هن سبق مان اسم خاص ۽ اسم عام ڳولي ڌار ڌار ڪري لکو.**

| اسم خاص | اسم عام |
|---|---|
| ملڪ، بادشاهه، وزير، ڏينهن، وزارت، جهنگ، طعام، دشمن. | رب پاڪ، الله پاڪ. |

**.4 مذڪر جا مونث لکو.**

| مذڪر | مونث |
|---|---|
| بادشاهه | راڻي |
| ڏاهو | ڏاهي |
| مرد | عورت |
| شهزادو | شهزادي |

## سبق ٻاويهون

## قائدِ عوام ذوالفقار علي ڀٽو

| لفظ | معنيٰ | لفظ | معنيٰ |
|---|---|---|---|
| اونو | فڪر، خيال | عظيم | وڏو |
| باني | بنياد رکندڙ | ماهر | مهارت رکندڙ |
| پرڏيهي | ٻاهرين ملڪ جو | پارٽي | جماعت |
| رياست | حڪومت | انتهائي | بي حد |
| قابل | لائق | ڪردار | هلت چلت |
| قدامت | گذريل وقت | وريو | موٽيو |
| قائد عوام | عوام جو اڳواڻ | شعبن | ڀاڱن |
| مضبوط | پختو | ڏاها | عقلمند |
| ناتا | رشتا | لاڳاپا | ناتا |
| هڏڏوڪي | مددگار | شعور | سمجهه |

**.1 هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 ذوالفقار علي ڀٽو ڪٿي پيدا ٿيو؟**

جواب .1 ذوالفقار علي ڀٽو لاڙڪاڻي ضلعي ۾ ، تعلقي رتيديري جي ڳوٺ ڳڙهي خدا بخش پيدا ٿيو.

**سوال.2 ذوالفقار علي ڀُٽي ابتدائي تعليم ڪٿان حاصل ڪئي ؟**

جواب. 2 ذوالفقار علي ڀُٽي ابتدائي تعليم ممبئي جي ڪئٿيڊرل اسڪول مان حاصل ڪئي.

**سوال.3 ذوالفقار علي ڀٽو ڪهڙي سن ۾ ملڪ جو صدر ٿيو ؟**

جواب . 3 ذوالفقار علي ڀٽو سن 1971ع ۾ ملڪ جو صدر ٿيو.

**سوال. 4 سندس شهادت ڪهڙي تاريخ تي ٿي ؟**

جواب . 4 سندس شهادت 4 اپريل 1979ع تي ٿي.

**سوال. 5 ذوالفقار علي ڀُٽي کي قائدِعوام ڇو ٿو سڏيو وڃي ؟**

جواب . 5 ذوالفقار علي ڀُٽي کي قائدِعوام انڪري ٿو سڏيو وڃي جو هن عوام ۾ سماجي شعور پيدا ڪيو.

**.2 شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي ملڪي خدمتن بابت ڪجهه بيان ڪريو.**

شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي ملڪ کي سگهارو بڻايو، ملڪ جي سمورن شعبن ۾ سڌارا آندا جنهنڪري تعليم، صحت ۽ صنعت جي ميدان ۾ ترقي ٿي. هن اسلامي ملڪن ۽ پاڙيسري ملڪن سان ناتا بهتر بڻايا ۽ ملڪ کي 1973ع جو آئين ڏنو.

**.3 هيٺ ڏنل خال ڀريو.**

- ✓ شهيد ذوالفقار علي ڀُٽو هڪ **ڏاهو** انسان هو.
- ✓ هو اعليٰ تعليم جي حاصل ڪرڻ لاءِ **آڪسفورڊ يونيورسٽي** ۾ پڙهڻ ويو.
- ✓ ذوالفقار علي ڀٽو انتهائي ذهين ۽ **محنتي** ڪردار جو مالڪ هو.
- ✓ ذوالفقار علي ڀُٽي کي 4 اپريل **1979ع** تي شهيد ڪيو ويو.

**ياد رکو ته⇩**

**شهيد ذوالفقار علي ڀُٽي جي آخري آرامگاهه سندس اباڻي ڳوٺ "ڳڙهي خدا بخش" ۾ آهي.**

# ســـــبــــق ٽـيـــويـــهـــــون

## ڏيــئـــو (نظم)

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| افروز | روشن ڪندڙ | نشيمن | آرامگاهه، رهڻ جي جاءِ |
| جوڀن | جواني شباب | ڪکائڻ | ڪکن جو ٺهيل گهر |
| جيوت | زندگي | ڪيڏي | ڪيتري |
| دلسوز | دل جلائيندڙ | منجهيل | ڦٽڪيل |
| سراسر | سچو، بلڪل | مقصد | مطلب |
| سحر | صبح سوير، اُسُر | چونرن | ننڊين جهوپڙين |
| سهائو | روشني | ڪدورت | ساڙ |
| شب | رات | سچائي | خلوص |
| عيان | ظاهر | قلب | دل |
| گُلشن | باغ باغيچو | نوڙت | نماڻي |
| مجلس | ميڙ، ٽولي | دفع ڪرڻ | ٽارڻ |
| جهان | دنيا | رهنمائي | اڳواٽي |
| پتنگا | پروانا | همڪار | ساڳيو ڪم ڪندڙ |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال.1 هن بيت جو ڪهڙو بند اوهان کي پسند آهي، ۽ ڇو؟**

جواب .1 هن بيت جو هيٺيون بند اسان کي پسند آهي.

**سڙي تون ٻين کي ڏئين ٿو سهائي،**

**سچائي سان سڀ جو شب افروز آهين.**

اهو بند اسان کي انڪري پسند آهي جو ان ۾ شاعر ٻڌائي ٿو ته ڏيئو پاڻ سڙي ٻين کي روشني ڏي ٿو ۽ اونده ۾ به رهنمائي ڪري ٿو. اهڙي طرح ڏيئو انسان لاءِ نيڪي جو وڏو مثال آهي.

**سوال.2 جلي جي ٻين کي سهائو ڏين ٿا، ان جو مطلب ڇا آهي؟**

جواب. 2 جلي جي ٻين کي سهائو ڏين ٿا، ان جو مطلب آهي ته جيڪي پاڻ تڪليفون سهي ٻين سان ڀلائي ڪن ٿا.

**2. هيٺين لفظن جا هم آواز لفظ ٺاهيو.**

جئين : سينگار....همڪار

| | |
|---|---|
| گلشن | نشيمن |
| سُهائي | چڱائي |
| دلسوز | شب افروز |
| جهڪائين | بچائين |
| ٻُڌائين | جلائين |

# ســبــق چوويــھــون

## خَــلــق جــي خــدمــت

| لفــظ | معنـــيٰ | لفــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| آڏو | سامهون | ڦٽائي | برباد ڪري |
| بيت المال | سرڪاري خزانو | معلوم ڪرڻ | ڄاڻڻ |
| بارُ | وزن | سبب | ڪارڻ |
| دلاسو | آسرو | روبرو | سامهون |
| خليفو | خادم | مائي | عورت |
| سنڀال | خيال | اوچتو | اچانڪ |
| ڳُچ | جهَجهو | شهيد | الله جي راهه ۾ مئل |
| وظيفو | پگهار، اُجورو | يڪدم | هڪدم |
| ملازم | نوڪر | ڪاش | شال |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال1. حضرت عمر مديني جي گهٽين ۾ ڇو گهمي رهيو هيو؟**

جواب .1 حضرت عمر رضہ مديني جي گهٽين ۾ ماڻهن جو حال احوال ڄاڻڻ لاءِ گهمي رهيو هيو.

**سوال2. حضرت عمر رضہ گهر جو دروازو ڇو ڪڙڪايو؟**

جواب. 2 حضرت عمر رضہ هڪ گهر ڪان ٻارن جي روئڻ جو آواز ٻُڌي انهن جي روئڻ جو سبب پڇڻ لاءِ گهر جو دروازو ڪڙڪايو.

**سوال3. عورت، حضرت عمر رضہ کي ٻارن جي روئڻ جو ڪهڙو سبب ٻُڌايو؟**

جواب. 3 عورت، حضرت عمر رضہ کي ٻارن جي روئڻ جو سبب ٻُڌايو تہ، وٽس کين کارائڻ لاءِ ڪجهہ بہ ڪونهي اهي بکيا روئي رهيا آهن.

**سوال4. عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمر رضہ ڇا ڪيو؟**

جواب. 4 عورت جو جواب ٻڌي حضرت عمر رضہ يڪدم موٽي اچي بيت المال مان ڪاڏي جو ڳچ سامان ڪٽي پاڻ وجي عورت جي گهر پهچايو ۽ پنهنجي روبرو ڪاڌو تيار ڪرائي ٻارن کي ڪارايائين.

**2. هيٺين لفظن کي پنهنجن جملن ۾ استعمال ڪريو.**

**دلاسو - بيت المال - خليفو - وظيفو - سنڀال**

- باسط پنهنجي دوست الطاف کي **دلاسو** ڏنو.
- اڄڪلهہ جا حڪمران پنهنجا سڀ خرچ **بيت المال** مان ڪندا آهن.
- حضرت عمر رضہ پنهنجي دور جو بهترين **خليفو** هو.
- حڪومت شاگرديائڻين کي هر سال **وظيفو** ڏيندي آهي.
- ٻارن جي **سنڀال** احتياط سان ڪرڻ گهرجي.

**3. ٻارو تهل ٽڪور، اچ وڃ ۽ راندروند ٻتا لفظ آهن اوهان ٻيا ڪي اهڙا لفظ ٻڌايو.**

**سار سنڀال - لهہ وچڙ - ڏڪ سڪ - ڪير ڪنڊ - سير و سفر - دل و جان.**

# ســـبـــق پنجويـهـــون

## قلـــندر شـهـبـاز رح جـــو ميـلـــو

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| آستان | رهڻ جي جاءِ | سال بسال | هر سال |
| جام | گهڙو | مزار | روضو، مقبرو |
| فن | ڪاريگري | مشهور | نالي وارو |
| دادُ | شاباس | واپار | تجارت |
| درويش | بُزرگ، سالڪ | پهلوان | بهادر |
| ڌمال | ڪُڏ، نچڪو | عالم | ڄاڻو |
| رَسم | دستور، ريت | ديني | مذهبي |
| رهائش | قيام، گهر | حيراني | تعجب |
| رهاڻ | ڳالهه ٻولهه | محفل | ميڙو |
| شمار | ڳاڻيٽو | قلندر | دنيا کان آزاد |
| هدايت | نصيحت | قبول | منظور |
| چاهه | شوق | دسيندو | ڪيرائيندو |

**1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:**

**سوال1. قلندر شهباز رح جو اصل نالو ڇا هو ۽ ڪٿي ڄائو هو؟**

جواب .1 قلندر شهباز رح جو اصل نالو سيد عثمان ولد سيد ابراهيم ڪبير رح هو ۽ 538 هجري ۾ آذربائيجان جي مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

**سوال2. لعل شهباز رح جي درگاهه ڪٿي آهي؟**

جواب. 2 لعل شهباز رح جي درگاهه سيوهڻ ۾ آهي.

**سوال3. قلندر شهباز رح جو ساليانو ميلو ڪڏهن لڳندو آهي؟**

جواب. 3 قلندر شهباز رح جو ساليانو ميلو شعبان مهيني جي ارڙهين تاريخ تي لڳندو آهي.

**سوال4. هن ميلي جون ڪهڙيون خاص ڳالهيون ڏسڻ وٽان آهن؟**

جواب. 4 هن ميلي ۾ نڪرندڙ مينديءَ، روزانو لڳندڙ ڌمال، راڳ ۽ رهاڻ جي محفل ۽ ملاکڙو ڏسڻ وٽان آهن.

**سوال5. قلندر شهباز رح جي ميلي جي مينديءَ جي رسم بابت اوهان کي ڪهڙي خبر آهي؟**

جواب. 5 گادي نشين جي جاءِ تان مينديءَ جو جلوس نڪرندو آهي، ۽ اها مينديءَ روضي ۾ رکي ڇڏيندا آهن ۽ ٻئي ڏينهن اتان وجي ڪٽندا آهن.

****************************************************

**هميشه سٺي سوچ انسان کي سٺو بڻائيندي آهي.**

## 2. درست لفظ چونڊي خال ڀريو.

- هي بزرگ 538 هجري ۾ مروند نالي ڳوٺ ۾ ڄائو هو.

(738) (638) (538) (438)

- هتي هر سال شعبان مهيني جي **ارڙهين** تاريخ تي ميلو شروع ٿيندو آهي.

(پندرهين.....ارڙهين.....ايڪيهين.....ٽيويهين)

- هن بزرگ جو نالو **سيد عثمان** هو.

(سيد عثمان.... سيد ابراهيم..... سيد عبداللطيف......سيد عبدالڪريم)

- هي بزرگ ملتان مان ٿيندو سنڌ ۾ اچي **سيوهڻ** شهر ۾ آباد رهيو.

(ٺٽو.....درازا....سيوهڻ.....ڪراچي)

- درگاهه جي فقيرن جي رهائش واري جاءِ کي **آستانو** سڏبو آهي.

(آستانو.... ڪافي.... اوتارو..... مڪان)

## 3. هيٺين لفظن جا واحد جمع ٺاهيو.

| واحد | جمع | جمع | واحد |
|---|---|---|---|
| ٻانهو | **ٻانها** | **ڳائٽا** | ڳائٽو |
| درگاهه | **درگاهون** | **رسمون** | رسم |
| زيارت | **زيارتون** | **ڳالهيون** | ڳالهه |

# ســـبـــق چـــويـــهـــون

# ســنـــڌي ٻـــولـــيءَ جـــي اهـــمـــيـــت

| لفـــظ | معنـــيٰ | لفـــظ | معنـــيٰ |
|---|---|---|---|
| **آمد** | اچڻ | **قديم** | پراڻي |
| **آسان** | سولو | **تاريخدان** | تاريخ جو ڄاڻو |
| **دور** | زمانو | **دفتري** | دفتر جي |
| **روزمره** | هر ڏينهن | **سياح** | گهمڻ ڦرڻ وارو |
| **رائج** | هلندڙ | **ڪاروهنوار** | **ڪم ڪار** |
| **سهارو** | آسرو، اُميد | **شاهوڪار** | امير |
| **ضِدي** | هَٺيلو، هوڏِي | **ڪٽل** | ڦهٽل |
| **مڪتب** | اسڪول | **پاڙيسري** | پاڙيوارن |
| **مقبول** | پسند ڪيل | **مارڪيٽ** | بازار |
| **طب** | علاج ڪرڻ جو علم | **ڪتب ايندڙ** | استعمال ٿيندڙ |
| **شاهڪار** | بهترين | **آساني** | سولائي |
| **زخيرو** | ڍير | **گرامر** | ٻولي جا اصُول |
| **مادري** | ماءُ جي | **رستي** | ذريعي |

## 1. هيٺين سوالن جا جواب ڏيو:

**سوال.1 سنڌي ٻولي ڪيتري قديم آهي ؟**

جواب .1 سنڌي ٻولي پنج هزار سالن کان ٻه قديم آهي.

**سوال.2 قرآن پاڪ جو پهريون ترجمو سنڌي ۾ ڪڏهن ٿيو؟**

جواب. 2 قرآن پاڪ جو پهريون ترجمو سنڌي ۾ عربن جي دور ۾ ٿيو.

**سوال.3 انگريزن ڪهڙي سال ۾ سنڌي جي صورتخطي کي نئين سر تيار ڪيو؟**

جواب. 3 انگريزن 1853ع سال ۾ سنڌي جي صورتخطي کي نئين سر تيار ڪيو.

**سوال.4 سنڌي ٻولي ۾ رابطي جا جديد ذريعا ڪهڙا آهن ؟**

جواب. 4 سنڌي ٻولي ۾ رابطي جا جديد ذريعا اِي ميل ۽ انٽرنيٽ آهن.

## 2. سنڌي ٻولي جي اهميت بابت مختصر نوٽ لکو.

سنڌي ٻولي دنيا جي قديم ٻولين مان هڪ آهي. سنڌي هڪ شاهوڪار ٻولي آهي جنهن کي انگريزن جي دور ۾ دفتري ۽ سرڪاري ٻولي جو درجو ڏنو ويو هو. اڄڪلهه ٻه سنڌي ٻولي رڳو سنڌ صوبي ۾ ڳالهائي ۽ لکي وڃي ٿي پر دنيا جي ٻين ڪيترن ئي ملڪن ۾ پڻ ڳالهائي وڃي ٿي. سنڌي ٻولي جو ادبي ذخيرو ٻه شاهوڪار آهي ۽ هاڻي ته سنڌي زبان ڪمپيوٽر تي ڪمپوز ڪري سگهجي ٿي ۽ پڻ سنڌي زبان ۾ ويب سائيٽ تيار ڪري سگهجي ٿي.

## 3. هيٺيان لفظ جملن ۾ ڪم آڻيو.

- **رائج - روزمره - صدي - صورتخطي - مقبول**
- سنڌي ٻولي قديم زماني کان **رائج** آهي
- ورزش منهنجو **روزمره** جو معمول آهي.
- **هڪ صدي** ۾ هڪ سؤ سال هوندا آهن.
- استاد صاحب ٻارن کي روز **صورتخطي** ٻه لکائيندو آهي.
- اڄڪلهه سنڌي ٻولي پوري دنيا ۾ **مقبول** آهي.

## 4. هيٺيان خال ڀريو.

- سنڌي ٻولي جون پاڙون **موهن جي دڙي** جي تهذيب ۾ کُتل آهن.
- شاهه عبداللطيف ڀٽائي جي شاعريءَ جي ڪتاب کي **شاهه جو رسالو** چون ٿا.
- عام ڪتاب، اخبارون، رسالا ۽ درسي ڪتاب ڪمپيوٽر تي **ڪمپوز** تي شايع ٿين ٿا.

★ **ياد رکو ته** ★

**صديءَ ۾ سوءِ سال ٿيندا آهن.**

**اِي_ ميل ذريعي اسان خط ۽ ٻي لک پڙهه سيڪنڊن ۾ ڪٿي ٻه موڪلي سگهون ٿا.**

**سنڌي بيتن ۾ قرآن پاڪ جو منظوم ترجمو، دنيا ۾ سڀ کان اڳ مولوي حاجي احمد ملاح ڪيو هو.**

********پورو ٿيو********

********ڪمپوز ٻائي ڀڳوانداس لکاڻي (پي_ايس_ٽي) (ايم - اي سنڌي، ايم ايڊ) *********

# گرامر جو حصو

## مختصر تعارف

### (1) اســـم

اسم عربي ٻوليءَ جو لفظ آهي جنهن جي معنيٰ آهي” نالو .“ڪنهن ماڻهوءَ، شيءِ، جاءِ، ڪم، حالت ۽ خاصيت جي نالي کي اسم چئبو آهي.

مثال:اڪبر، ڪرسي، اسڪول، لڪت، اميري، هوشياري وغيره وغيره

### (2) ضــمــيـر

ضمير معنيٰ” عيوضي .“اهڙا لفظ جيڪي اسم جي بدران ڪم اچن تن کي ضمير چئبو آهي.

مثال: مان، تون، توهان، اوهان، هِن، هُن وغيره.

### (3) صـفــت

صفت معنيٰ ساراهه .اهڙا لفظ جيڪي اسم جو ڳڻ ، او ڳڻ، انداز، مقدار يا رنگ ٻڌائن تن کي صفت چئبو آهي.

مثال سنو، هوشيار، جڙو، چالاڪ، ننڍو، وڏو، اٺ، ٿُو، ڪجهه، گهٽ، وڌ، تورو، گهڻو وغيره

### (4) فــعـــل

فعل معنيٰ” ڪم .“اهڙا لفظ جيڪي اسم جو، ضمير جو ڪم يا عمل ظاهر ڪن ته ان کي فعل چئبو آهي.

مثال: آيو، ويو، لکيو، پڙهيو، ڪيو، ماريو وغيره.

### (5) ظـــرف

ظرف معنيٰ” ٿانءُ .“اهڙا لفظ جيڪي اسم جي صفت، فعل يا ٻئي ظرف سان شامل ٿي ان جي ريت قدر، انداز، هاڪار ۽ ناڪار ۽ وقت ظاهر ڪن تن کي ظرف چئبو آهي.

مثال: آهستي، ڪالهه، جيڏانهن، تيڏانهن، اڄ، سياڻي،تيز، هائو، نه هيٺ، مٿي وغيره.

### (6) حـــرف جـــر

جر معنيٰ” ڪشش يا ڇڪ .“اهڙا لفظ جيڪي جملي ۾ اسم يا ضمير جي پٺيان ڪم اچن .ان جو تعلق جملي جي پوئين اسم يا ضمير سان ڏيکاريندا آهن

مثال :جو، جا، جون، سان، جي، کي، ۾ وغيره.

### (7) حــرف جـــمــلـو

اهڙا لفظ جيڪي ٻن لفظن، ٻن جملن يا جملي جي ٻن حصن کي پاڻ ۾ ملائن ته انهن کي حرف جملو چئبو آهي.

مثال :مگر، ته، البته، اگر، پر، ٻه، پڻ، يا، اگرچ وغيره.

### (8) حـــرف نـــدا

ندا جي معنيٰ” سڏ يا دانهن .“اهڙا لفظ جن مان ڏک، خوشي، دل جا اڌما، حيرت،عجب،ڏڪاء، احساسات ۽جذبات جو اظهار ڪري سگهجي ته ان کي حرف ندا چئبو آهي.

مثال:او، ڙي، افسوس، واهه واهه، گهوڙا ڙي شال، مار وغيره.

## اسم جا قسم

اسم جا ٻہ قسم آهن.

**1. اسم ذات 2. اسم صفات**

### 1. اسم ذات

اهڙيون شيون جن کي محسوس ڪري سگهجي پر انهن جو جسماني وجود نہ هجي تہ اهڙين شين جي نالن کي اسم ذات چئبو آهي .

مثال :الله پاڪ، خوشبو، اميري، غريبي، قسمت وغيره.

### 2. اسم صفات

اهڙيون شيون جن جو وجود هجي ۽ جسماني طور نظر بہ اچن تہ ان کي اسم صفات چئبو آهي .

مثال :ڪرسي، چاڪ، ڪاپي، ماڻهو، وڻ وغيره.

## اسم صفات جا قسم

اسم صفات جا ٻہ قسم آهن.

الف . **اسم عام** :هڪ قسم جي لاتعداد شين کي اسم عام چئبو آهي

مثال :اسڪول، سپاهي، شاگرد وغيره

ب. **اسم خاص** :اهڙو خاص نالو جيڪو ڪنهن شيءِ، جاندار، يا جاءِ کي سڃاڻڻ لاءِ لکيو وڃي .ان کي اسم خاص چئبو آهي.

مثال :تاج محل، لال مسجد، دي سٽي گرامر اسڪول وغيره .

**نوٽ** :اسم عام جي ننڍڙي صورت کي **اسم تصغير** چوندا آهن.

مثال :ڪٽ مان ڪٽڙي

ڪتاب مان ڪتابڙي

صندوق مان صندوقڙي وغيره

## ضمير جا قسم

**1. ضمير خالص** :اهڙا ضمير جيڪي صرف انسان ذات لاءِ ڪم ايندا آهن.

مثال :مان، تون ، هو، هن، اُهي وغيره

## ضمير خالص جا قسم

(الف) **ضمير متڪلم** :اهڙا ضمير جيڪي ڳالهائيندڙ پنهنجي لاءِ استعمال ڪري.

مثال :آءٌ، مان، اسان وغيره.

(ب) **ضمير حاضر** :اهڙا ضمير جيڪي ڪو مخاطب پنهنجي مخاطب لاءِ استعمال ڪري.

مثال :توهان، تون وغيره.

(ج) **ضمير غائب :**اهڙا ضمير جيڪي ڳالهائيندڙ ان لاءِ استعمال ڪري جيڪو گفتگو ۾ شامل نہ هجي.

مثال :هو، اهي، انهن وغيره.

**2. ضمير اشارو** :اهڙا ضمير جيڪي ڪنهن شيءِ ڏانهن اشارو ڪن تن کي ضمير اشارو چئبو آهي.

مثال :هيءَ، هوءَ، اهو، اهي، هن وغيره.

**3. ضمير استفهام** :استفهام معنيٰ آهي سوال ڪرڻ يا پڇا ڪرڻ .اهڙا لفظ جيڪي سوال پڇڻ لاءِ ڪم اچن تن کي ضمير استفهام چئبو آهي.

مثال :ڇا، ڇو، ڪڏهن، ڪنهن وغيره.

**4. ضمير مشترڪ** :مشترڪ معنيٰ" شريڪ ٿيڻ ."اهڙا ضمير جيڪي اسمن ۽ ضمير خالص سان خالصاً ۽ ٻين ضميرن سان عمومًا گڏ استعمال ٿين ته انهن کي ضمير مشترڪ چئبو آهي.

مثال :پاڻ، خود، پاڻ ئي پاڻ وغيره

**5. ضمير مبهم** :اهڙا ضمير جن جي باري ۾ خبر نه پئجي سگهي ته ڪهڙي اسم جي بدران ڪم آيل آهن ته اهڙن ضميرن کي ضمير مبهم چئبو آهي.

مثال :ڪو، ڪا، ڪي وغيره

**6. ضمير موصول** :موصول معنيٰ" وصول ڪندڙ، ڳنڍيندڙ ."اهڙا ضمير جيڪي اسم جي بدران ڪم اچي هڪ جملي ۾ اسم جو تعلق يا جملي جي حصي جو تعلق ٻئي جملي يا ٻئي حصي سان حاضر ڪن .

مثال :جيڪو، جيڪي، جنهن وغيره.

**7. ضمير جواب موصول** :اهڙا ضمير جيڪي ضمير موصول جي جواب ۾ ڪم اچن ۽ پنهنجو تعلق جملي جي پهرين حصي سان ظاهر ڪن تن کي ضمير جواب موصول چئبو آهي.

مثال :سو، سا، سي، تنهن، تن وغيره.

## فعل جا قسم

**فعل معاون** :معاون : مددگار

اهڙا مددي فعل جيڪي هر قسم جي فعل جي مدد ڪن ۽ ان جي غير موجودگيءَ ۾ جملا پنهنجي خصوصيت وڃائي ويهن.

مثال :مون وٽ ڪجھ ڪتاب آهن.

آهن، آهي، هوندا، هونديون، ٿيندو وغيره

**فعل لازم**:

اهڙا فعل جيڪي اهڙا ڪم ۽ خصوصيتون ڏيکارين جن جو لاڳاپو فاعل سان هوندو آهي ۽ هن ۾ مفعول نه هوندو آهي.

مثال :مان ڪيڏان ٿي .هوا لڳي ٿي.

**فعل متعدي**:

هي اهڙا فعل آهن جيڪي ڏيکارين ٿا ته فاعل ڪم ڪن ٿا ۽ ان ڪم جو اثر ڪنهن ٻئي تي ٿئي ٿو .هن ۾ فاعل مفعول

xxxxxxx **پورو ٿيو** xxxxxxx

# ڏِڳي (مضمون)

الله سائين هن ڌرتي تي ڪيترين ئي نعمتون خلقيون آهن،انهن مان ڏِڳي ﺑـ هڪ پالتو ۽ گھريلو جانور آهي.

دنيا جي اندر ڪيترن ئي قسمن ۽ رنگن جون ڏِڳيون ملن ٿيون، جهڙوڪ ڪاري،ڀوري،ناسي ۽ اڇي رنگ جي، ڏِڳي جو جسم تمام وڏو ۽ سگهارو ٿئي ٿو،انکي ﺑـ سنگ،ﺑـ ڪن،ﺑـ اکيون،چار ٿڻ،چار ٽنگيون ۽ هڪ وڏو پڇ ٿئي ٿو.اها پوسو،ڪڙ ۽ سائو گاھ ڏاڍي چاھ سان کائيندي آهي. ان مان اسان کي انيڪ فائدا آهن جهڙوڪ،ان مان اسان کي کير ملي ٿو کير مان اسان ڏڌ،مکڻ،ڏوئنرو،لسي ۽ گيھ ناهيندا آهيون،گيھ مان وري اعليٰ قسم جون مٺايون تيار ڪيون وينديون آهن،اهي سڀ شيون اسان جي صحت لاءِ تمام فائديمند آهن.

انکان علاوه ان جي کلُ مان وري اعليٰ قسم جو چمڙو ٺهي ٿو جن مان وري بئگون،جاڪيٽ،بوٽ ٺيلها ۽ ڦٽيون تيار ڪيون وينديون آهن جن کي مارڪيٽ ۾ وڪڻي سنو ناڻو ڪمائبو آهي.انجي ڇيڻي مان وري گهر جو اڱڻ ناهيو ويندو آهي.مطلب تہ ڏِڳي هڪ ڪارائتو جانور آهي.

# اسان جو اسڪول/ منهنجو اسڪول (مضمون)

اسان جي اسڪول جو نالو گورنمنٽ پرائمري خانصاحب عطا محمد پلي ،جيڪو ڳوٺ خانصاحب عطا محمد پلي تعلقہ و ضلع عمرڪوٽ ۾ واقع آهي.

اسان جي اسڪول جي بلڊنگ تمام ڪشادي ۽ ويڪري آهي،ان ۾ ٽي ڪمرا ۽ هڪ وڏو ورانڊو آهي.ڪمرن جي اڳيان ڪيترن ئي قسمن جا ٻوٽا ۽ پارڪ پڻ پوکيل آهن،اسڪول ۾ بجليءَ پاڻي جو پڻ تمام جوڳو انتظام ٿيل آهي،اسڪول جي اڳيان هڪ وڏو راند جو ميدان پڻ آهي جتي اسان راند ڪندا آهيون اسان جي اسڪول جي هڪ ڪرڪيٽ ٽيم پڻ آهي.

اسان جي اسڪول تقريبن ﺑـ سو ڪان مٿي شاگرد ۽ ﺑـ استاد آهن،استاد اسان کي وڏي چاھ سان پڙهائيندا آهن.اسان جي اسڪول جو هيڊ ماستر تمام هوشيار ۽ نيڪ دل انسان آهي جيڪو اسان کي اسيمبلي دوران صفائي سترائي،پڙهائي جي اهميت ۽ نيڪ انسان ٿيڻ جون هدايتون پڻ ڏيندو آهي.اسان جي اسڪول ۾ هر سال 14 آگسٽ وڏي ڌام ڌوم سان ملهائي ويندي آهي،جن ۾ اسڪول جا ٻار ڪيترن ئي رانديون،تقريرن،ڊرامن،گانن،ونجهوٽي،رسي واري راند ۽ تحريري مقابلن ۾ پڻ حصو وٺندا آهن جن کي بعد ۾ انعام ڏنا ويندا آهن ۽ مٺائي پڻ ورهائي ويندي آهي.آئون پنهنجي اسڪول کي ڏاڍو پسند ڪريان ٿو.

## پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسترڪي ضروري ڪم لاءِ هڪ ڏينهن جي لاءِ درخواست لکو.

جناب هيڊ ماستر صاحب،

گورنمنٽ پرائمري اسڪول خانصاحب عطا محمد پلي

جناب اعليٰ،

سائين جن کي نيڪ روشن ٿئي تہ اڄ اوچتو مون کي گھر ۾ ضروري ڪم ٿي پيو آهي،تنهڪري اڄ آئون اسڪول اچي نٿو سگهان.مهرباني ڪري مون کي هڪ ڏينهن جي موڪل ڏيندا تہ سائين جن جو هميشہ شڪر گذار ٿي رهنديس.

اوهان جو فرمانبردار شاگرد،

__________ ولد ________

ڪلاس ______________

تاريخ: 03-12-2020

## پنهنجي اسڪول جي هيڊ ماسترڪي اسڪول ڇڏڻ جي سرٽيفيڪٽ لاءِ درخواست لکو.

جناب هيڊ ماستر صاحب،

گورنمنٽ پرائمري اسڪول خانصاحب عطا محمد پلي

جناب اعليٰ،

سائين جن کي نيڪ روشن ٿئي تہ آئون نالي__________ ولد________ ذات ______ پڙهندڙ ڪلاس ______ رول نمبر______سائيجن کي ادب جا هٿ ٻڌي عرض ٿو ڪريان تہ منهنجي والد صاحب جي بدلي ميرپورخاص ۾ٿي ويئي آهي ۽ اسانجو پورو گھر ميرپورخاص ۾ شفٽ ٿي چڪو آهي،تنهن ڪري هتي مونکي تعليم پرائڻ ۾ تڪليف ٿي رهي آهي .

سائينجن کي گذارش ٿي ڪجي تہ مونکي اسڪول ڇڏڻ جو سرٽيفيڪٽ جاري ڪرڻ عنايت فرمائيندا تہ آئون سائين جن جو نهايت شڪر گذار رهندس.

واڌو حد ادب

پڙهندڙ ڪلاس __________

رول نمبر _____

گورنمنٽ پرائمري ااسڪول خانصاحب عطا محمد پلي

تاريخ: 03-12-2020

*******پورو ٿيو.*******